# عيبن هاڏي

## ڪهاڻين جو مجموعو

تنوير جوڻيجو

سنڌي ساهت سال ۱۹۸۱ع




ادارهٔ شهباز پبليڪيشنز حيدرآباد سنڌ پوسٽ باڪس ۱۳۰

۱۹۸۱ع

# سٿاءُ

# ناشر طرفان

هاڻي انهيءَ ڳالهه جي گنجائش ئي نه آهي ته اسين هن اداري جي ڪم جو تفصيلي تعارف ڪرايون يا اوهانکي اهو ٻڌايون ته اسان فلاڻا ڪتاب ڇپيا آهن يا فلاڻن فلاڻن موضوعن تي ڪتاب اسان پڙهندڙن جي هٿن ۾ ڏنا آهن. هن اداري جا ڇپيل ڪتاب ڪنهن کان ڳجها نه آهن، هن اداري طرفان نڪرندڙ رسالو شهباز ڪنهن کان ڳجهو نه آهي. هن اداري جي ٻئي اشاعتي ڪارڪردگي ڪنهن کان ڳجهي نه آهي. ۽ اسان جا ڇپيل ڪتاب ۽ رسالو تقريباً هر سجاڳ پڙهندڙ جي هٿن تائين پهچي ويو آهي.

هي ڪتاب اسان جي مسلسل جدوجهد ۽ ڪاوش جي هڪ ڪڙي آهي. اسان نه رڳو ڪهاڻين جو هيءُ ڪتاب ڇپايو آهي پر هن کان اڳ به ڪهاڻين جا مجموعا ڇپيا اٿئون، آئنده به ڇپيندا سين. اسان جي اها ڪوشش مسلسل هوندي. حياتيءَ اجازت ڏني ته اسان توقع کان وڌيڪ ڪتاب ڇپي ڏيکاريندا سين.

ڪهاڻي هن دور جي مقبول ترين ادبي صنف آهي. منهنجي خيال ۾ سنڌي زبان ۾ جيڪو ڪهاڻيءَ جو معيار رهيو آهي، اهو ٻيءَ ڪنهن به صنف جو نه آهي. سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ اهڙا به نالا ملن ٿا جيڪي بين الاقوامي سطح تي ٻين ٻولين جي ڪهاڻيڪارن سان ٻيٽي سگهجن ٿا. سنڌي زبان ڪهاڻيءَ جي فن سان مالامال آهي.

تنوير جوڻيجو نه رڳو سماجيات جي ماهر آهي پر سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ سنڌس نالو صف اول جي ڪهاڻيڪارن ۾ بيهي

۾ تنوير نہ رڳو نون ذهني روين کان واقف آهي، نين گهرجن جو ڪيس احساس آهي ۽ ڪيس زبان جي نئين ۽ جوڙجڪ کان واقفيت حاصل آهي پر ڪيس فرد جي ذات جي مسئلن سان گڏوگڏ سماج جي ڍانچي ۾ رهيل ڪمزورين جو پڻ احساس آهي. تنوير جو خاص موضوع هيٺين وچولي طبقي جي عورت آهي. انهيءَ عورت سان سندس تعلق هڪ تہ اهو آهي تہ هوءَ پاڻ انهن مان هڪ آهي ۽ ٻيو تہ هوءَ سماجيات جي پڙهائيءَ جي ناتي سان سماج کي بہ چڱيءَ طرح سمجهي ٿي ۽ سماجي مسئلن کان چڱيءَ طرح واقف آهي. تنوير جي ڪهاڻين ۾ علم ۽ مشاهدو ٻئي جهلڪيون ڏين ٿا. سندس مشاهدو تمام گهرو ۽ علم تمام وسيع آهي، انهيءَ ڳالهہ جو پتو سندس ڪهاڻين مان ڏسي لڳي ٿو.

ان کانسواءِ تنوير جي ڪهاڻين جو ٻيو جيڪو جذبو آهي، اهو آهي ڪهاڻيءَ ۾ شروعات کانوٺي توڙ تائين پڙهندڙ جي دلچسپي قائم رکڻ. اها صورتحال نہ رڳو پڙهندڙ تائين بخوبي مسئلا ٿي پهچائي پر پڙهندڙن جي ذوق جو پورائو پڻ ڪري ٿي.

تنوير جي ڪهاڻي جي ٽئين خوبي آهي زبان ۽ مواد جي سادگي. سندس ڪهاڻين ۾ جديد ڪهاڻيءَ جي بنسبت ايترو ابهام نہ آهي ۽ هوءَ ڏاڍي سادگيءَ ۽ چٽائيءَ سان مواد پڙهندڙ اڳيان آڻي ٿي. سادگيءَ جي بنياد تي اعليٰ قسم جي تخليق ڪرڻ ادب ۾ ڏکئي ۾ ڏکيو ڪم آهي ۽ ان ۾ ڀرپور ذهانت ۽ اعليٰ تخليقي صلاحيتن جي ضرورت آهي، جنهن جو ڀرپور اظهار تنوير پنهنجين هنن ڪهاڻين ۾ ڪيو آهي.

نور محمد عباسي

# مهاڳ

سنڌي زبان ٻوڙي ٻين زبانن ۾ شروع کانوئي هيستائين جنهن جانداريءَ جو ثبوت ڪهاڻيءَ ڏنو آهي، آهو ٻيءَ ڪنهن ادبي صنف نه ڏنو آهي. ڪهاڻيءَ جي فن هر زماني جو ساٿ ڏنو آهي. ڪنهن زماني ۾ اها 'ڪهاڻي' 'قصي' جي صورت ۾ بيان ڪئي ويندي هئي، اڄ اها مختصر ڪهاڻي آهي. جنهن زماني ۾ ماڻهن کي واندڪائي نصيب هوندي هئي ان وقت به آکاڻيون بيان ڪيون ۽ ٻڌيون ويون ۽ هاڻي جڏهين مشين جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ماڻهن جي مصروفيت وڌي ويئي آهي، تڏهين به مختصر ڪهاڻي وڏي ذوق ۽ شوق سان پڙهي وڃي ٿي.

سنڌي زبان ۾ آزاديءَ کانپوءِ نثير ۽ مختصر ڪهاڻيءَ جي ڀرپور شروعات جمال ابڙي وٽان ٿي ۽ پوءِ ها ڪهاڻي جيئن جيئن پوءِ تيئن اڳتي ترقي ڪندي وئي ۽ سنڌي زبان ۾ غلام رباني، آغا سليم، حفيظ شيخ، امر جليل، نسيم کرل، غلام نبي مغل، ثميره زرين، شوڪت حسين شورو، علي بابا، عبدالقادر جوڻيجو، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، خيرالنساءِ جعفري، ليلا بانا، ماڻڪ، مشتاق شورو، رعنا صديقي ۽ تنوير جوڻيجو جهڙا شهره آفاق ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا ۽ زبردست ڪهاڻيون لکيائون.

انهن ڪهاڻيڪارن مان تنوير جوڻيجو هڪ اهڙي ڪهاڻيڪار آهي، جنهن جو شمار هو نئين نسل جي ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو، پر ڪهاڻيءَ جي روايت سان به سندس گهرو تعلق آهي.

تنوير جي هنن ڪهاڻين پڙهڻ کانپوءِ اهو محسوس ٿيندو

ٿو. سنڌس هي مجموعو ڇپائي اسان بيحد خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون. مونکي اميد آهي ته اسان جا پڙهندڙ حضرات اسان جي هن محنت جو قدر ڪندا ۽ ڪتاب هٿو هٿ وٺندا ته جيئن اسان پنهنجي هن اشاعتي سلسلي کي اڳتي وڌائي سگهون.

آخر ۾ اسين پڙهندڙن کي يقين ٿا ڏياريون ته هن ڪانپوءِ به اسين ادب جي مختلف صنفن تي ٻڌل معياري ادب ڏيندا سين.

نور محمد عباسي

# ڪهاڻي ڪيئن لکجي



ڪهاڻي لکڻ ذات ۾ آهي ته ڏانو به. ۽ ان ڏانو جي
باري ۾ وڏا وڏا ڪهاڻيڪار ڏي ڪجهه هدائتي سکهن ٿا، ته ڪهاڻيءَ
جون ٽيڪنڪس ڇا آهن؟ يا ڪهاڻيءَ کي نڀائڻ يا ڪلائيميڪس
تائين آڻڻ لاءِ ڪهڙن مرحلن مان گذرڻو پوي ٿو. ۽
جيئن ته ظاهر آ منهنجو نالو مهانُ ڪلاڪارن جي لسٽ ۾
نه آهي ان ڪانسواءِ منهنجو تعلق لٽريچر واري فيلڊ (مثال ايم-
اي لٽريچر ۾) سان به نه آهي. سو هت جيڪو ڪجهه به
ڪهاڻي لکڻ جي سلسلي ۾ مون محسوس ڪيو يا جيڪو
منهنجي ذهن ۾ آيو سو پيش آهي ته جيئن ٿوري گهڻي انهن
ساٿين کي، ڄاڻ پوي جيڪي ادبي دنيا ۾ پير پائڻ چاهن ٿا.

سڀ کان پهرين ته ضروري آهي ته ڏسجي ڪهاڻي ڇا
آهي؟ دراصل انساني زندگي واقعن ۽ حادثن جو مجموعو آهي.
واقعا ۽ حادثا جيڪي انساني دل ۽ دماغ تي گهرو اثر ڇڏن
ٿا انهن کي ڏانو ۽ ترتيب سان لکڻ ئي ڪهاڻي آهي. يعني
ڪهاڻي جت جذبن جو اظهار آهي ته اُت هنر ۽ ڪاريگري به
هوئن ته ڪهاڻيءَ کي ڪن به مقرر اصولن هيئت بندي نه ٿو
سگهجي ڇاڪاڻ ته هر ڪهاڻيڪار جو پنهنجو نمونو ۽
اسٽائيل هوندو آهي ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي ڏانو ۽ نموني
سان ڪهاڻي لکندو ۽ نڀائيندو آهي. پر وري به ڪن ڳالهين
کي ڌيان ۾ رکڻ ضروري هوندو آهي.

# ڪهاڻين جا قسم

موجوده دور ۾ اسان وٽ عام طرح ٽن قسمن جون ڪهاڻيون هلن ٿيون.

(۱) "پنچز" بلڪل ننڍڙيون ڪهاڻيون جن ۾ ڪو به واقعو مڪالمي جي صورت يا بياني انداز ۾ هڪ ڏيڍ صفحي ۾ هڪئي وهڪ ۾ لکيو وڃي ٿو.

(۲) آڪهاڻي: جنهن کي عام طور "Plot – less" ڪهاڻي پڻ ڪوٺيو وڃي ٿو. هن قسم جي ڪهاڻين ۾ ڪو پلاٽ يا ڪو خاص واقعو نه، پر زندگيءَ جو وهنوار، شعور جي وهڪ ۾ لکيل هوندو آهي.

شعور جي وهڪ ۾ تسلسل جي ڪمي هوندي آهي ۽ ليڪ يا ڪهاڻيءَ جو ڪردار جو ڪجهه به محسوس ڪندو آهي سو اوئن جو اوئن پڙهندڙ اڳيان پيش ڪندو آهي.

مثال:- "اٿان ٿو.... وڃان ٿو دڪان تان سگريٽ وٺي.... گوڙ جو آواز اچي ٿو." وغيره

(۳) ڪهاڻي يا "Short Story" عام ڪهاڻي اڪثر سماج ۾ ٿيندڙ حالتن، واقعن ۽ حادثن تي آڌار تي رکندي آهي.

ان ڪري عام ڪهاڻيءَ کي لکڻ وقت ڪو به واقعو يا حادثو ذهن ۾ رکي لکڻ شروع ڪبو آهي. انهي واقعي يا حادثي جنهن تي ڪهاڻي لکي وڃي ان کي چئبو آهي پلاٽ.

۽ ڪهاڻيءَ جو پهريون مرحلو آهي پلاٽ جي چونڊ.

## (۱) پلاٽ جي چونڊ

ڪو به واقعو يا حادثو جنهن تي ڪهاڻي لکي وڃي ان کي پلاٽ ڪوٺبو آهي. ۽ جيئن ته انساني زندگي حادثن ۽ واقعن جو مجموعو آهي. ان ڪري ڪنهن واقعي کي آڌو رکجي. ۽ ان لاءِ ويچار جي. هڪ ٻي به ڳالهه ته ڪيترا واقعا اسان ماڻهن ڪان پڌندا آهيون ته ڪي واقعا اخبارن ذريعي به اسان کي متاثر ڪندا آهن.

۾ انهن واقعن کي آڏو رکي مشاهدو ڪيو آهي. يعني ڪنهن به شيءِ کي چڱيءَ طرح جاچڻ ۾ پرکڻ مثال طور ڪهڙي قسم جو گهر هوندو. يا ان وقت ماحول ڪيئن هوندو، ماڻهن جا تاثرات جن سان اهو واقعو پيش آيو يا جن اکيان ٿيو. ڪيئن هوندا. ۾ واقعي ۾ حادثي کانپوءِ سندن رد عمل ڇا هوندو. وغيره مشاهدي يا آبزرويشن جا عام طرح ٻه قسم هوندا آهن.

(١) شراڪتي مشاهدو: يعني ڪو حادثو يا واقعو بذات خود پاڻ سان پيش اچي يا وري جاءِ واردات تي وڃي حقيقتون حاصل ڪجن.

(٢) غير شراڪتي مشاهدو:- هن قسم جو مشاهدو عام طرح ٻين جي رستي ماڻبو آهي يا ذهن جي سوچن ذريعي. مثال جيڪڏهن ڪو چوريءَ جو واقعو ته ان لاءِ سمورا واقعات ذهن ۾ ويچاريندا سين ته ڇا ٿيو هوندو؟ يا ڪنهن کان پڇيا ڪبي ته مالڪ جا تاثرات ڇا هئا يا جيڪڏهن چور جهليو ته سندس ڪيفيت ڇا هئي.

## ٽيون مرحلو

پلاٽ جي چونڊ کانپوءِ ٽيون مرحلو آهي پلاٽ کي ڪاغذ تي اتارڻ جو. هن سلسلي ۾ عام طرح ٽي طريقا ڪتب آندا وڃن ٿا.

(١) مونولاگ:- هن طريقي موجب ڪهاڻيڪار پاڻ بذات خود پڙهندڙن اڳيان ڪردار جي صورت ۾ موجود هوندو آهي. ۾ ڪهاڻيءَ جي ٻين ڪردارن جو ذڪر اهڙي طرح ڪندو آهي ته جيئن پڙهندڙ انهن ڪردارن کان اڳ ئي واقف هجن.

مثال:- ”رات جو وقت هو.... ماحول ۾ سانت هئي.... سمورو آڪاس اونداهون هو.... ايتري ۾ ڪڙڪو ٿيو.... ڇرڪي اٿيس سامهون هڪ پاڇو نظر آيو .... ڊپ، وچان نڙي خشڪ ٿي ويم.“

(٢) ايگزسٽيشلزم Existentialesm : يا وجوديت وارو طريقو

هن نموني موجب، هر ڪردار واقعي وقت موجود هوندو آهي ۽ پنهنجي ڳالهه پاڻ ڪندو آهي. ۽ ڪهاڻيڪار پنهن جي پاران ڪوبه بيان نه ڏيندو آهي. ۽ اهڙي نموني ڪهاڻي اڳتي وڌندي آهي.

مثال : (چــور)

لاڳيتو پيو ڏهاڙو هو.... منهنجي پيٽ ڪجهه به نه ڪونه ڪاڌو هو.... نماڻا نيڻ ڪري هرهر ٽي مونڏي نهاريائين اڄ کيئن به ڪري ڪيس ڪاڌو ڏيندس مون سوچيو، پوءِ پلي ڪنهن جي چوري نه ڪرڻي پئي. اهوئي ويچاري ان رات گهران نڪتس.... اوندهه اندوڪار هئي.... هٿ ڪي هٿ نه پئي ڏيکاري ڏنو."

(پــاڳــيو)

ڪيڏي نه اوندهه آ اڄ.... ۽ سيءُ به وڌيل آ.... اجهو ڪو ڪڙڪو ٿيو شايد ڪو آهي.... رڙ ڪرڻ چاهيان ٿو پر زبان؟ اها به جهڙوڪ ساٿ نه پئي ڏئي.

(٣) بياني طريقو :-

هن طريقي ۾ ليکڪ يا ڪهاڻيڪار، ٽين ڌر ٿي سموري واقعي جو ذڪر ڪندو آهي.

مثال :- رات جو وڳوڙو هو.... ماحول ۾ سانت هئي.... ۽ هو پنهنجي گهر ۾ ستل هو.... اوچتو ڪڙڪي جو آواز پڌائين نهار ڪرڻ تي هڪ پاڇولو نظر آيس. ڪو چور هئو جو سندس گهر ٽپي آيو هو."

## بيون ضروري هدايتون

پلاٽ جي چوند ۽ ڪهاڻي کي لکڻ مهل، منظر نگاري کي به ڌيان ۾ رکيو ويندو آهي ڇاڪاڻ ته منظر نگاريءَ ڪري ئي پڙهندڙ پاڻ کي ان حادثي يا واقعي جي بلڪل

ويجهو محسوس ڪندو جيڪو ڪهاڻيڪار، ڪهاڻيءَ ذريعي پڌائڻ چاهيندو آهي.

**منظر نگاري:-**

منظر نگاريءَ جي سلسلي ۾ عام طرح هي ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ ضروري آهن.

**(١) صورتحال:-**

ڪهاڻيءَ جي صورتحال کي آڏو رکندي ئي منظر بيان ڪجي. مثال طور جيڪڏهن چور، غربت جي ڪري چوري ڪري ٿو. ۽ وچولي طبقي واري گهر ۾ گهڙي ٿو ته اهوئي ماحول پس منظر ۾ به بيان ڪجي. پر جي چور محض ايڊونچر خاطر ڪا ڪار چوري ڪندو هجي ته اهڙي قسم جو ماحول سندس چوگرد بيان ڪجي.

مثال جي چور غربت جي ڪري چوري ڪندو هجي ته ذڪر ائين نه ڪجي ته چور پئي رڪارڊ پليئر تي رڪارڊ پڌا ته سندس پٽ اچي چيو ته بابا فرج ته خالي آهي ۽ مون کي بک لڳي آهي."

**(٢) وقت:-**

منظر نگاريءَ وقت بي اهم شيءِ آهي وقت. آيا اهو وقت ڪهڙو آ ۽ ڪهڙيءَ موسم جو وقت آهي. مثال جي رات جو وقت ته عڪاسي به رات جي وقت جي ڪجي. مثال اونده هئي، ڪِٽ ڪِٽ ڪتن جي ڀونڪڻ جا آواز ٿي آيا.

اهڙي طرح رات جا به مختلف حصا ٿين جيئن فجر جو منظر "ڀري کان بيل ڳاڏين جا آواز پڌڻ ۾ پئي آيا.... صبح جو تارو ٽمڪي رهيو هو اپتري ۾ ملي جي ٻانگ جو آواز به ڪنن تي پيو."

اهڙي ئي طرح سياري جون راتيون ڏکيون ۽ سانت ٿين، ڪيڏي ڪيڏي مهل ڪتن جا ڪوڪرات پيا ڪنن تي

پوندا آهن جڏهن ته اونهاري جون راتيون ننڍيون ٿين ٿيون ۽ ڪتن جي ڀونڪڻ جو آواز پيو ايندو.

ساڳي طرح شهر جي راتين جو پيو منظر ٿئي، جڏهن ته ڳوٺن جي راتين جو پيو. شهر جي راتين جي پس منظر ۾ چوڪيدارن جي سيٽين جا آواز، ڪاڏين ۽ موٽرن جا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. ۽ بلڪل نج ڳوٺن ۾ گدڙن جون اونايون پڻ رات جو ٻڌڻ ۾ ايندڙيون آهن.

ثقافت:-

منظر نگاريءَ ۾ ثقافت به نهايت اهم ڪردار ادا ڪري ٿي ثقافت مان مراد ڪنهن به گروهه جو طرز زندگي يا پسگردائيءَ وارو ماحول. يعني جيڪڏهن ڪهاڻيءَ جو تعلق شهر يا يونيورسٽيءَ سان آهي ته اهڙو ئي ماحول ڏيکارجي. مثال ڪپڙن جي نمونن جو ذڪر يا ڳالهائڻ جو نمونو وغيره. ائين نه ته ڳالهه پئي هلي دادوءَ جي ۽ هيرو هيروئن دادوءَ ۾ ئي چائينز هوٽل ۾ ويٺا هجن. مطلب ته آس پاس وارو ماحول ڪهاڻيءَ جي نسبت سان ڏجي. هاري جو ذڪر هجي ته ڳوٺاڻي ماحول جو ذڪر ڪجي شهر جي ڳالهه هجي ته شهر جو ماحول پڌائجي. اهڙي طرح شهرن ۾ مختلف طبقا ٿين ٿا هاءِ سوسائٽيءَ جو ذڪر ڪجي ته پس منظر به اهڙو بيان ڪجي مزدورن جو قصو هجي ته وري اهڙو ئي منظر ڏجي.

ٻولي:-

ٻوليءَ جي سلسلي ۾ ڪهاڻيءَ واري ٻوليءَ کي عام طرح اسان ٻن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا.

(۱) بياني ٻولي:- بياني ٻوليءَ مان مراد آهي، اها ٻولي جا هڪ ڪهاڻيڪار، ڪهاڻي پڌائيندي بيان طور استعمال ڪندو آهي.

(۲) ڪرداري ٻولي:- اهو گفتگو جا ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار ڳالهائڻ دوران استعمال ڪري.

"بياني ٻولي":-

جيئن ته مٿي ذڪر ڪيو ويو ته بياني ٻولي اهڙي ٻولي هوندي آهي جا ڪهاڻيڪار، تين ڏ ر، ٿي ڪهاڻي بيان ڪرڻ وقت ٻڌائيندو آهي. بياني ٻولي هڪ لحاظ کان ڪتابي ٻولي ٿئي. جنهن ۾ ڪهاڻيڪار تشبيهون، علامتون ۽ ننڍڙا وڏندڙ جملا استعمال ڪندا آهن.

(١) تشبيهه:- معنيٰ ڀيٽ ڏيڻ يا مثال ڏيڻ. تشبيهه ڏيندي هين گالهه جو ڌيان رکجي ته تشبيهه ڌاري نه هجي، بلڪ مهٽو نه ائين لڳندو ته جهڙي قسم جو ماحول ڪهاڻيءَ اندر هجي اهڙي ئي قسم جي تشبيهه ڏني وڃي مثال جي ڀرازڙيءَ جو ماحول هجي، اهڙي تشبيهه ڏني وڃي.

مثال:- ڏند ته سندس اڪ جي ڦلڙين جو گمان ڏيندا هئا. يا جيئن "پشو پاشا"، هڪ انقلابيءَ جي ڪهاڻي آهي ان ڪري ان ۾ تشبيهون پڻ اهڙيون استعمال ٿيل آهن.

مثال:- "پشو ائين وڌيو جيئن ڪو خشڪ جابلو ٻوٽو، پٿرن مان ڦاٽي نڪتو هجي."

(٢) علامت:- علامت جي معنيٰ آهي نشاني. ڪڏهن ڪڏهن ڪهاڻيڪار علامت طور ڪن ڳالهين جو ذڪر ڪندا آهن، جيتوڻيڪ بظاهر اهي ڳالهيون ٻيون هونديون آهن پر اندروني معنيٰ هنن جي مختلف هوندي آهي. پر علامت لاءِ هڪ ڳالهه جا ضروري آهي ته ظاهري ۽ ڳجهيءَ ڳالهين ۾ ڪانه ڪا هڪجهڙائي ضرور هجي.

مثال:- آس جو پکيئڙو اڏامي ٿو، ڪڏهن ويهي ٿو نم جي لام تي، ڪڏهن ٻير جي ٽاريءَ تي،

نم جيئن ته وستين، گهرن ۽ آباد علائقن ۾ ٿئي. ان ڪري اها علامت آهي. "اميد جي". ٻير جيئن ته قبرستانن وغيره ۾ ٿئي ان ڪري علامت آهي نا اميديءَ جي.

اهڙي نموني موسمن ۽ رنگن کي به علامت طور استعمال ڪيو آهي.

## ننڍڙا جملا:-

اڪثر ڪهاڻين ۾ سهڻا ۽ ننڍڙا جملا پڻ استعمال ڪيا آهن جيڪي ماڻهو دل سان محسوس ڪندو آهي ۽ انهن جملن جو تعلق انسان جي اندرين ڪيفيتن سان هوندو آهي.

بياني ٻوليءَ جي سلسلي ۾ هڪ ڳالهه ته ان جا ٻه پهلو ٿيندا آهن. داخلي ۽ خارجي:-

داخلي پهلوءَ مان مراد آهي ڪهاڻيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي ڪهاڻيڪار پنهنجي راءِ جو پڻ اظهار ڪري ويندو آهي ۽ جانبدار بڻجي ويندو آهي.

مثال:- ”ڪيڏي نه مڪاري هئي هُن جي صاف گوئيءَ ۾ خود فريبيءَ جي انتها، جهل جو چيهه، پشو اُتي ڪڙو ٿيو.“

خارجي پهلو:- يعني جڏهن ڪهاڻيڪار ڪهاڻي بيان ڪندو آهي ته غير جانبدار ٿي ۽ پنهنجي راءِ يا پنهنجا خيال ڪونه مڙهيندو جيڪو جيئن ٿئي اوئن ئي بيان ڪندو آهي.

## ڪرداري ٻولي:-

ڪرداري ٻوليءَ مان مراد آهي. ڪهاڻيءَ اندر ڪردارن جي گفتگو ۽ مڪالما. يعني اها ٻولي جا ڪردار ڳالهائن ٿا.

ڪرداريءَ ٻوليءَ وقت اها ڳالهه ڌيان ۾ رکجي ته جهڙو ڪردار هجي. اهڙي ئي ٻولي ڪردار کان ڳالهرائي وڃي. يعني ڪردار کي عمر، جنس، حيثيت، رتبي جي لحاظ کان اڏو رکجي ۽ اهڙي ئي نموني جي گفتگو انهن کان ڪرائجي ۽ ڪوشش اها ئي ڪجي تہ اها گفتگو حقيقت سان وڌ کان وڌ تعلق رکندي هجي.

مطلب ته ڪرداريءَ ٻوليءَ ۾ لوڪ پهاڪا، چوٽيون پڻ ڪردارن جي واتان چورائي سگهجن ٿا. هڪ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي ته ٻولي اهڙي نه هجي جو هڪ ڪڙمي انگريزيءَ ڳاڙ سنڌيءَ ۾ نهايت فاسفياڻ گفتگو ڪري.

## پنڪچوئيشن:-

معنيٰ نشانيون جهڙوڪ، ڪاما، فل اسٽاپ، سواليہ نشان، انورٽيڊ ڪامان، برئڪيٽون، ڊئش وغيره اهي نشانيون ڪهاڻيءَ لاءِ موتي اثرات مثل ٿين ٿيون. ۽ انهن جي ڪري ئي ڪهاڻين ۾ صحيح تاثر پيدا ٿي سگهي ٿو.

## آخري مرحلو:-

آخري مرحلو ٿئي ڪهاڻي فيئر ڪرڻ جو. ٽي چار ڀيرا ڪهاڻي پڙهجي ۽ ڏسجي ته ڪٿ ڪهاڻي ۾ جهول ته نه آهي ته تسلسل جي ڪمي يا لفظن جو وڌاءُ ته ڪونهي. پوءِ اڇو فل اسڪيپ پنو کڻي ان تي ڪهاڻي لکجي. ٻه صاف سهڻن اکرن سان ۽ پني جي رڳو هڪڙي پاسي- ٻيو پاسو خالي ڇڏيو. هميشه ڪوشش ڪري ٻه ڪاپيون ٺاهجن هڪ ايڊيٽر ڏي موڪلجي ٻي پاڻ وٽ رکجي.

— تنوير جوڻيجو

# عيبن هاڻي

سياري جي سنڌ ۾ حيدرآباد شهر جي وچولي گهر جو ڏيک .... ڪمري ۾ ڪُل پيو ٻري، جنهن جي ڪاٻي پاسي ٻه ڏوڪريون ٻن منجين تي ويٺيون آهن ۽ ساڄي پاسي ٽونٽري تي ٻه ڏيڪريون وٺل آهن.

شريف خاتون پنجاهه پنجونجاهه ورهين جي رعب دار ڏوڪري آهي ۽ سندس ڀيڻ رحمت خاتون، چاليهن ورهين جي سنهڙي سڪل پر تيز مزاج واري عورت آهي.

زاهده سانوري رنگ واري بي ڊولي نينگري آهي جڏهن ته ذڪيه پوري پني قد بت جي سمجهو نينگر آهي. ماحول ڪجهه گنڀير آهي جنهن مان ڀاسجي پيو ته ڪا خاص ڳالهه آهي يا ڪو خاص مسئلو.

”مان پاڻ چوان ته ڀيرين ڀيري ئي هاڻو ڪئي اٿن، سو ڪا ڳالهه مڙئي ضرور آ“ شريف خاتون نڪ کي موڙو ڏيندي چيو.

”ادي شريف خاتون، تون ڀيڻ ويٺي آهين .... سچ چوانءِ، شڪ ته مون کي پرينديئي پيو هو، پر ڳالهه ڪونه ڪيم ته متان تون دل ۾ ڪرين.“ رحمت هٿ کي نچائيندي چيو.

”ائي هاڻي وري ڏس .... تون چئين ۽ آءٌ دل ۾ ڪيان.“ شريف خاتون ڀيڻ کي ڏوراپو ڏنو.

”وري به ادي .... پر هاڻي به ته ڪا مهل ڪانه وئي آ.“ رحمت ڳالهه ٽاريندي صلاح ڏني.

”ها رحمت.... ونيل ته ڪانه ٿري آ، پر مون کي عجب
ٿو لڳي ماڻهن تي، ڏسڻا وائسڻا ٿي ڪري ڪيئن نه پيا ٻوهه
ڪن.“ شريف خاتون عجب وچان چيو.
”ها ادي .... بس ڪلجڳ آ ڪلجڳ .... اصل رب سائين
کان پئي پناهه گهرجي.“ رحمت نڪ مهٽيندي سر ونرايو.
”سچ پڇين آءٌ ته ڏٺيءَ جا شڪرانا پئي مڃان، جو
اڳوات ڏي خبر پئي، نه ته ڪِني مڪ اجائي ڳهجي وڃي ها.“
”امان .... خبر اٿئي منهنجي به ڏاڍي چمچهه گيري ڪندي
هئي.“ زاهده به وارو ورتو.
پر ذڪيه کيس جوهه پائي ڪاوڙ مان ڏٺو.
”ذوکي چو ٿي خار وٺي، ڪهڙي تنهنجي
ڏاڏي پوٽي آ.“
زاهده جواب ۾ چڙب ڏنيس.
”تعويذ کيا هوندئون چوريءَ تي .... ڏسينس ته سهي
ڪيئن نه پوت ڦري ويو اٿس.“ شريف خاتون به دپ ڪڍيس.
”مون ماسيءَ وٽ به ايترو ڪانه ايندي هئي، جيترو هن
رن وٽ ويندي هئي.“ رحمت کي به وسريل ڳالهه ياد آئي.
”پر امان، سلمه جهڙي ٻي ڇوڪري ذڪي ملندو.“ ذڪيه
هيسيل لهجي ۾ احتجاج ڪيو.
”اٺي بس ڪر.... اسان جي انور کي ڪا ڇوڪرين
جي کوٽ. جتان گهرندو اتان ملندس، پڙهيل ڳڙهيل آ نوڪريءَ
وارو آ.“ شريف خاتون وري شروع ٿي.
ذڪيه چپ.
”پر ادي هاڻي ڪندو ڇا؟“ رحمت ڳالهه جو رخ ٻئي
پاسي مڙندي ڏسي واپس مقصد تي آئي.
”ڪنديس وري ڇا؟ وڃي پوٽ تي منديءَ ۾ موڙو اڇلي
ايندي سانس، ڪونه کپي اسان کي سندن ڏيءَ.“
شريف خاتونءَ جي آواز ۾ ڪاوڙ هئي.

”ها امان ها.... ادا لاءِ ڪو ڇوڪريون ڪٿيون.“ زاهده
ٻيهر ماءُ کي ٽيڪر ڏني.

”ها ادي شريف خاتون چوندا آهن ته ڏونٽري ۾ هجي
ها ته ڏٺي نه ڇڏن ها.... سو اڳ جو مڱٽو ٽٽو آهي ته ڪ
ڪا ڳالهه هوندي.“ رحمت ٻيهر لانئڻ ٻڌي.

”ڇوڪري ڪ چال جي خراب هوندي نه ته هوند ڪير
اهڙي ڇوڪري ڇڏي ها!“

”ها لڳي مڙئي اٿين ٺو. اڇي بچل ماءُ ته ڪوٺيندي سانس.“

”ها امان برقعو به ته ڪونه اوڍيندي آ.“ زاهده ڪڇي.

”ها پٽ اهي رنون رڳو ڏسڻ ۾ ساديون هونديون آهن
نه ته اندر ۾ ابليس هونديون آهن. شڪر آرب جو، جو ادي
بچل ماءُ ڳالهه ڪئي نه ته اڄڪي الائي ڇا ٿئي ها. آءٌ ته صبحاڻي
وڃي ٿي ٽپڙ اڇلي اچان ته پنهنجي رن پاڻ وٽ سوگهي ڪن،
ڪونه گهرجي اسان کي اهڙي بدڪار.“

سلمه چپ هئي، نه نيڻن ۾ نير هئس نه چپن تي سڏڪا.
بس حيران! اڄ سندس ٻيو مڱٽو ٽٽو هئو. ٻي ڏوهي
هوندي به سندس پاند آلو ٿيو هو.

پهرين مڱڻي جي ٽٽڻ پيري رني به هئي ته ڏسڪي به
هئي، پر هن پيري ته ماٺ هئي.... خاموش! پل لاءِ اٿين لڳو
ڄڻ پنڊ پاهڻ ٿي وئي هجي. پر پوءِ ڄڻ ڪنهن منتر ڦوڪي
جادو ختم ڪري ڇڏيو هجيس ۽ معمول جيان ڪم ڪار ڪرڻ
لڳي. ڄڻ ڪا اڻ ٿيڻي ڳالهه نه ٿي هجي.

باقي ماڻس جي اکين ۾ لڙڪ به هئا ۽ پڻس جي منهن
جي گهنجن ۾ واڌارو، پنهنجي عمر کان ڏهه ورهيه وڌو نظر
اچڻ لڳو.

”هوند اسان اڳ ۾ سندس بار لاهيون ها!“ پڻس ڌيمي
لهجي ۾ چيو.

”چوندا آهن تہ جي گڏجي سو چوڻون ڪائي، سو اسان کي کهڙي ڄاڻ، نہ ثريا جو سوچيندي، سلمہ کي ٿا اوجهڙ ۾ اڇليون“ ماڻس وراڻيو.

”ہہ مڱڻا ڏٺا آهن، نہ ڄاڻ ماڻهو ڇا چوندا هوندا؟“ پڻس جي اکين ۾ پاڻي تري آيو.

”نہ سلمہ جا پيءُ دل نہ لاهہ.... اسان جي سلمہ کي هرڪو سڃاڻي سيني کي ڄاڻ آهي تہ سٺي ۽ سلجهيل نينگر آهي. ڪوبہ تہ عيب ڪونهيس.“ ماڻس سندس پيءُ کي آٿت ڏنو.

”ڪيڏي نہ کهيلي آهي امان، ڇٺي ٿي تہ مون ۾ ڪو عيب ڪونهي، ہہ مڱڻا ٽٽڻ گهڻ عيب آهي، گهڻ مٺو آهي.“ سلمہ ماءُ-پيءُ جون ڳالهيون ٻڌي ويچارڻ لڳي. ائين لڳس ڄڻ قٽ مٽان ڪرنڊ ڪنهن لاهي ڦٽو ڪيو هجيس.

ڀهريون مڱڻو ياد اچي ويس جڏهن سندس آڳر ۾ منڊي وجهي، مسعود سان ٻڌڻ ۾ ٻڌو ويو هو. ان وقت پاڻ کي ڪيترو نہ اڻاهون سمجهو هٿائين، ڪيترو نہ بلند. سيني جيڏين سرتين ۾ ڀهرين هئي، جنهن جو مڱڻو ٿيو هو.

سندس سيني جيڏين سرتين کيس لڪ ڇپ ۾ واڌايون ڏنيون هيون. هن وقت هن اهو بہ محسوس ڪيو هو تہ سندس ساهيڙين جي اکين ۾ حسرت بہ هئي تہ هلڪو هلڪو ساڙ بہ. ۽ اهو سوچي نهائين سندس ڳاٽ اوچو ٿي ويو هو. پر رات جو ڪائنس وڏي ڀيڻ ثريا جي هنڌ مان روئڻ جو آواز ٻڌي ٿورو ٿورو ڏک بہ ٿيو هئس.

ثريا جيتوڻيڪ ڪائنس چار سال وڏي هئي، پر سندس مڱڻو اڳ ٿيو هو. ڪارڻ اهو هو جو ثريا جي مُک تي ماتا جا چيتا هئا ۽ شڪل ۾ پوري ساري هئي.

ماءُ ثريا جو ڏک بہ محسوس ڪيو، پر مجبور هئي آخر ڪري بہ ڇا ها؟ ڇئن نياڻين جي ماءُ هئي.

”في الحال مڱڻو تہ ٿي وڃي، شادي ڪٿي اڳ ۾ ثريا جي ڪنداسين.“ ماڻس ويچاريو هو.

وقت گذرڻ لڳو. ثريا جي وارن ۾ اڇاڻ اچڻ لڳي، پر ڪا ڳِتي ڪانه آئي ۽ پوءِ مسعود جن به گهر ڪٿي ڪيترو ويهن ها!

”آخر ڪجي ڇا؟“ هڪ وار ماڻس سندس پيءَ کان پڇيو.

”ثريا جي ماءُ چئين ته ٿورو صبر ڪن، جيئن وڏي جو بار پهرين لاهيون.“ ثريا جي پيءُ جو جواب هئو. ڪيس به ته ڏيءَ جو احساس هو ۽ سندس محروميت جي ڄاڻ به هئي، ۽ هن اهو به نٿي چاهيو ته متان وڏيءَ ڌي جي دل ۾ هيڪاري احساس ڪمتري پيدا ٿئي ۽ ماڻهو به ٽوڪون ڪن ته وڏيءَ کي ڇڏي ننڍيءَ کي ٿو پرڻائي.

اهو ساڳيو جواب ڪي ڀيرا دهرايو ويو، ۽ پوءِ هڪ ڏينهن منڊي ۽ ڪپڙا واپس گهر پهچي ويا. ان ڏينهن سلمه کي ڄاڻ پئي ته قيامت ڇا ٿيندي آ. ان ڏينهن هن ڳوڙها به ڳاڙيا ته رُني به. ۽ سندس اهو ڳالهه جو ڪنهن ڏينهن مٿي هو جهڪڻ لڳو. جيڏين سرتين جـون همدرديون ويتر ڇڙ ڦٽن تي لـوڻ برڪنديون هيس، ۽ ڪمس ائين پاسندو هئو ته ڇڻ ڪيس ڏسي سندس ئي شاگرديائيون هڪٻئي جي ڪن ۾ ڦُس ڦُس ڪري اشـارا ڪنديون هجن. دل چاهيندي هئس تـه سـوڙ ۾ منهن لڪائي سمهي رهي ڪنهن جي اکيان به نه اچي، ۽ پيٽس ثريا ته ڏئي ڪانه وٺندي هيس. اهائي تـه سندس راهه ۾ رڪاوٽ هئي ”سماج جي ديوار“ جنهن سندس ۽ مسعود جي ميلاپ کي اصل لاءِ وڇوڙو بڻائي ڇڏيو هو.

وقت گذرڻ لڳو ۽ چوندا آهن ته وقت ئي سڀ کان وڏو مرهم هوندو آهي، سلمه جي رهڻ تي به وقت جي مرهم ڪرڻ پڌي ڇڏيو.

انهن ئي ڏينهن سندن ئي هڪ رنڙ مائٽ جي ڳِتي ثريا لاءِ اچي وئي. مائٽن ثريا جو بار لاٿو هائي سلمه ۽ ان کان پن

ننڍين پيرن جي ڳنتي هئي. سلمہ سهٹي ۽ سليقہ مند تہ هئي ئي، تنهن جي هڪ هندان مٿي اچي وئي.

پوءِ سندس آگر ۾ منڍي وڌي وئي.

هاٿي تہ سندس ڏاج ۾ تيار هو. پر اڄ؟ وري سندس پيو مڱٹو بہ ٿٽٽي پيو.

منڍي ۾ موڙو سندس اکيان واپس پيو هو.



# الا ڏاهي ۾ ٽيان

اڃا ٽرين جي اچڻ ۾ پندرهن منٽ آهن .... واچ ڏسندي در ڪان ٻاهر جهاتي پاتائين. اوسيئڙي جون گهڙيون واقعي اينگهجهو پون .... حق تي ويچارا شاعر انتظار مان بيزار ٿيو پون.

هٿ ۾ جهليل رسالي جا ورق اٿلايائين، پر مزو ڪونه ٿو اچيس. وس پڄي ته ڪر پليٽ فارم تي چڪر ڏيان، پر هاڻ ڙي مجبوري زال ذات هئڻ جي. اتي ويٽنگ روم جي در وٽ ٿي اچان. هرڪو ماڻهو پنهنجي ليکي، ڪو ڪيئن ته ڪو ڪيئن.

اڃهو گهنڊي وڳي .... شايد گاڏي اچي پئي. ڊيزل انجڻ جو ګِرو آواز ماڻهن جي ڪي چيهاٽيندڙ اڳتي پيو وڌي.

آئون پليٽ فارم تي نڪري ليڊيز ڪمپارٽمينٽس جاچيان ٿي. هڪڙي سيڪنڊ ڪلاس گاڏيءَ مان هوءَ هيٺ لٿي.

”زيني.“ اتي ئي مٺي ڏٺي ساڻس ڀاڪرائڙي پائي ملي ٿي.

”جاني تو ڇو تڪليف ڪئي اسٽيشن تي اچڻ جي؟ آئون پاڻ ئي تو وٽ پهچان ها.“ ڏاڍي پاٻوهه مان چوي ٿي. ’جاني‘ سندس PetWord - جو فقط اسان لاءِ ئي استعمال ڪندي آ. ”تون اچين ۽ آئون توکي وٺڻ نه اچان. هرڪو

Possible هو؟" پليٽ فارم کان ٻاهر نڪرندي منهنجو ڪهس چوڻ .... ڏسان پئي ڏاڏي ڪمزور ٿي وئي آ. مک تي اداسين جا پاڇولا، رنگ هيڊاڻون، هڏا نڪتل.

"زيني، طبيعت ته ٺيڪ اٿئي؟ ڏاڏي ڪمزور ٿي وئي آهين." گهر ۾ داخل ٿيندي منهنجو سوال. "جاني جيئڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن بيمار به ٿيڻو پوندو آ." مرڪندي سندس جواب.

"ڇا مطلب؟"

"مطلب پوءِ سمجهايانءِ ٿي. پهرين ماني کڻ. ڏاڏي بک لڳي آهي."

"پهرين فريش ٿي وٺ." باٿ روم ڏانهن اشارو ڪندي چوانس ٿي.

"اجهو ٻن منٽن ۾ آيس." چپڻي وڃائيندي سندس اندر گهڙڻ.

ٻن منٽن کانپوءِ، هوءَ ٽيبل وٽ آهي.

"ادا ٺيڪ آ؟" ماني ٽيبل تي رکندي منهنجو سوال.

"ها، سلام چوندو هئو."

"ٻار؟"

"اهي به ٺيڪ آهن."

"پر تو پنهنجا هي حال ڇو ڪيا آهن؟"

مرڪي ٿي ڏئي.

"ماني کائي آرام ڪر ته ٻڌايانءِ؟"

"ڀلي ڀلي."

ماني کائي اٿون ٿا.

"هيءُ اٿئي تنهنجو ڪمرو." ڪمري ڏانهن اشارو ڪري منهنجو ڪيس ٻڌائڻ. ۽ پاڻ ٽانو ٽيبل تان کڻي ڪچن ۾ واش بيسن تي رکڻ ۽ روم کڻي ٽانو صاف ڪرڻ ۽ ڪم دوران ماضيءَ جي ڏينهن ۾ يادن جون سنهڙيون پٽريون اڇلائڻ.

* * *

چوڏهن پندرهن سال اڳ .... آنرز ڪرڻ لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي هئم. ان سان گڏ هاسٽل ۾ بہ. هڪ يونيورسٽيءَ جو خوف، ٻيو هاسٽل جو هراس، ڪيترو نہ ڊنل هيس! خبر ناهي روميٽ بہ ڪهڙي ملي؟ اهوئي ويچاريندي ڪمري نمبر ايڪيهين جو در کڙڪايو هئم.

”اوهان ڪي ڪنهن سان ملڻو آهي؟“ در کوليندي هڪ نينگريءَ پڇيو هوا

”جي.... مون کي هن ئي روم ۾ سيٽ ملي آهي.“ مون هٻڪندي چيو.

”اڇو .... ڀلي ڪري آيو.“ هن مرڪندي چيو هو ۽ منهنجو سامان اندر رکرايو هو.

”هيءَ اوهان جي ٽيبل ۽ هي اوهان جو ڪٻٽ.“ هن مون کي فرنيچر ڏيکاريو. ڪمري جو جائزو ورتم. نفاست ۽ سليقي سان هر شيءَ مناسب جاءِ تي رکيل هئي. ڪٻٽ تي گليڪسوز بيبيز جا ڪٽيل فوٽا چنبڙيل هئا ۽ سائيڊ تي رکيل ٽيبل تي مني پلانٽ ۽ مهاتما گوتم ٻڌ جو ڪانسيءَ جو ڍٺيل بت.

”مونکي زينت چوندا آهن.“ هن پنهنجو تعارف ڪرايو.

”۽ مان رضيہ آهيان.“ مون مرڪندي جواب ڏنو.

۽ پوءِ هن کلندي حجت مان چيو ”ڏس حجاب نہ ڪجانءِ ۽ پنهنجي سگهي ڀيڻ سمجهجانءِ.“

جواب ۾ مون بہ سندس ٿورو مڃيو هئو.... سانوري سلوڻي لمرتا جي مورت لڳندي هئي. هر وقت ادي، مٺي تي رڌو اوڍيل ۽ هر پل پڙهائيءَ ۾ پوري.

”يار آخر ايترو سادگيءَ سان تون ڇو ٿي رهين؟ اچوڪي فنڪشن ۾ هي لپ اسٽڪ لڳائي هل.“ مون پنهنجي لپ اسٽڪ هڪ وار ڪيس ڏيندي چيو هئو.

”نہ جاني مهرباني، بہ واڌو بہ واري زندگي آ پنهنجي

سو جي ميڪ اپ تي هريس، تہ هلي ڪونہ سگهندس." مرڪي جواب ڏنو هئائين. هر ڳالهہ نهايت پيار سان سمجهائيندي هئي. مون لاءِ تہ چڻ وڪ وڪ تي سوجهرو هئي. ڪڏهن ڪڏهن آءٌ ڪيس شرارت وچان تارچ بيگم سڏيندي هئس.

"راڻي بس ۾ ئي ماڻهوءَ جو سچو امپريشن ٿو ٺهي. سنجيدگيءَ سان ويهندي ڪر. ڪو ڪجهہ بہ نہ چوندءِ." اڪثر نصحيتون ڪندي هئي ۽ باهر تہ سندس روپ بہ بدلجي ويندو هئو.

* * *

هڪ ڏينهن آءٌ جيئن ڊپارٽمنٽ مان موٽيس تہ چوڪيدار هڪ خط ڏنو: "اديءَ زينت کي ڏجو."

"زينت جو خط آ!" واڻڙي تي وٺي هيس. سموري سال ۾ هيءُ پهريون خط سندس نالي هئو.

"زينت هيءُ تنهنجو خط." خط اچلائيندي ڪيس ڏنم.

"منهنجو خط؟" ڪجهہ پريشان ٿي وٺي هئي.

"يار هونده ڪو Love letter." مون مستيءَ مان چيو هئو.

۽ پڙهڻ کانپوءِ هن بہ ٽهڪ ڏيڻ شروع ڪيا هئا.

"هي وٺ" خط هن مونکي ڏنو. منهنجو ٽڪو درست هئو.

"افضل! هونهہ.... اهو نہ ڪدو؟.... مون کانئس پڇيو.

"شايد اهو!" هن جواب ڏنو.

"ڏکهو آ تہ ڇا ٿيو، هونءَ آهي ناهوڪو." مون اک پٽيندي ڪيس چيو.

"جاني هو ڇا شعر هوندو آ- دل جو دلبر هڪڙو- گهڻان تان نہ ڪجن.... پوءِ اڳتي الائي ڇا."

"اڇا تہ تون اڳيئي پتڙيءَ تان لٽل آهين؟" مون اڳتي وڌي سندس ڪلهي تي هٿ رکيو هئو.

مک تي حيا جون ريکائون ڊوڙڻ لڳيون هئس. تـوري کنڌ لوڏي اقرار ڪيو هئائين.

”سچ سچ ٻڌاءِ. ڪير آ؟“

”ماسيءَ جو پٽ، جنهن سان منهنجي ننڍپڻ جو ناتو....“

”تڏهن ته آءٌ به چوان ڪنهن تي اک ٻڌي ڪانه ٿي.“

”ڀيو وري. چڱو جلدي هـل ماني کائون.“ مونکي ٽيلهو ڏيندي ٻاهر نڪتي هئي.

* * *

ٽانوَ ڏوڻي ڪچن مان نڪران ٿي. شام جـا چار پيا ٿين. زيني ڏاڏي گهريءَ ننڊ ۾ ستل آهـي. آءٌ ڪيس ڏسي پنهنجي ڪمري ۾ اچان ٿي. پلنگ تي ٿوريءَ دير لاءِ ڇيلهه ساهيان ٿي، ۽ وري خيالن جو سلسلو مڙي ٿو ان وقت ڏانهن جڏهن....

وڪيشن ڪانپوءِ يونيورسٽي کلي هئي، هڪ ڳالهه جا زينيءَ ۾ محسوس ڪيم ـــ ڳالهه نه مهاڙ هرو ڀرو وڏا ٽهڪ ڏيندي هئي. ۽ ڪڏيءَ ڪيڏيءَ مهل ته ائين ڀاسندو هئم ڄڻ دل جو درد ٽهڪن رستي نيڪال ڪندي هجي؟

هڪ رات مون کيس ڏسڪندي به ڏٺو.

”زيني پياري ڇا ڳالهه آ؟“ صبح جـو ڪاريڊور ۾ مون کيس ڳراٽڙي پائيندي پڇيو هو.

۽ ان سمي به هن وڏا ٽهڪ ڏنا هئا.

”خبر اٿئي، منهنجي مڱيندي مون سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.“

”ڇو؟“ رڙ نڪري وئي هيم.

”چوي ٿو، پڙهيل ڇوڪري آ. ارڏي هوندي! منهنجو ڇپو ڪانه مڃيندي.“ کلندي چيو هئائين. ”ڇڻ پڙهائي نه، سليماني تخت آ. جنهن جي ماڻهو سان آئون راڻي ٿـي وڃان ها!“ باوجود کلڻ جي سندس اکين ۾ آلاڻ اچي وئي هئي.

”تون ڳڻتي ڇو ٿي ڪرين راڻي، تولاهہ ڪي ڇوڪرا
ڪٿا!“ پريائينديءَ ڪيس ڇيو هئم. جيتوڻيڪ اهو به محسوس ٿي ڪيم
ته پيار جو رشتو هڪ اهڙيءَ ڏور سمان آهي، جنهن کي هڪ
دفعو ڇنڻ کان پوءِ ڳنڍڻ لاءِ ڳنڍ جي ضرورت پوندي آهي،
انهيءَ واقعي جي ٻارنهن مهينن کان پوءِ وري افضل جو خط
آيو هو.

”ٻار هاڻي ته ڪٿي ڪيس Response ڏي. ڇڱو ڇوڪرو
آ. سٺي خاندان جو آ.“ مون کيس سنجيدگيءَ سان سمجهايو.

”جاني آغا سليم وارو جملو وسري ويئهِ ’مڙد جي دل
۽ درياءَ تي ڪهڙو ويساهه!‘ جي Serious هوندو ته پاڻهي
گهر پهچي ويندو.

”راڻي ڪهڙي دور جي تون ڳالهہ ٿي ڪرين؟ اهو
وقت ويو گذري، جڏهن ڇوڪرا شريف ڇوڪرين جي ڪڏهن
سندن گهرن تي پهچندا هئا. هينئر روزيءَ لاءِ پاڻ ئي
پتوڙڻو پوي.“

”نه، ته نه سهي، Risk کڻڻ مون کان نه ٿو پڄي.“
صاف جواب ڏنو هئائين.

* * *

پاڻ هينئر ايم. اي جي فائنل ايئر ۾ هئي ۽ مان آنرز
جي آخري سال ۾.

”جاني اسان جي ڊپارٽمينٽ ٿي هلي پڪنڪ تي. تون
به هلجانءِ.“ هڪ ڏينهن ڪينٽين ۾ مون کي چيو هئائين.

۽ پوءِ آچر ڏينهن آڏون به ساڻس گڏ هلي هئس، ۽ مون
کي ائين محسوس ٿيو هو ڄڻ زيني انور سان پيار ڪندي
هجي. سندس پيار ڪوريئڙي جي هڪ سنهڙي تار سمان ٻاجهڻ
لڳو هئم. جا هوا جي لهرن تي روشنيءَ جي ڪرڻن تي صرف
ڪن لاءِ جرڪندي آهي.

”يار، انور ڏاڍو سٺو ڇوڪرو آ. سندس انت لهڻ لاءِ رات جو چيو هئم.

”ها.... آهي.“ لاپرواهيءَ سان جواب ڏنو هئائين.

”فائنل ايئر اٿئي، ڪوشش ڪري وٺ.“

”جاني اسان ڇوڪرين هونديون آهيون هوا مثل، جن جو وجود سجاڳيءَ لاءِ ٻئي جو محتاج هوندو آهي ۽ آءٌ نه ٿي چاهيان ته پڇاڙيءَ ۾ منهن جي ڪري منهنجي پيءُ ني ڪو آڪر ڪٽي.“ ڪيترو نه صحيح چيو هئائين.

۽ پوءِ يونيورسٽيءَ جي اها سوڪڙي دل ۾ سانڍيو چپ چاپ هلي وئي.

وچڻ ڪانپوءِ هيڪڙ ڀيڪڙ ڪو سندس خط آيو.

”بليڪ بيوٽيءَ سان ته ملاقات ڪانه ٿيئي؟“ ڪڏهن ڪڏهن انور بابت به پڇي وٺندي هئي.

ٻن ٽن سالن ڪانپوءِ ڪيس حيدرآباد ۾ ٿي ڏٺو هئم.

”هتي ئي بدلي ٿي آهي.“ ٻڌايو هئائين.

”شادي ٻادي ته ڪانه ٿي ڪرين نه؟“ پڇيو هومانس.

”شادي!“ ڪلڻ لڳي هئي. ”جاني ڪينٽاريءَ ٻير مٿان به ڪنهن پٿر اڇلايو.“

”چپ به ڪر....“ هلڪيءَ ڪاوڙ مان چيومانس.

”هرو ڀرو شريف رهي پنهنجو اسڪوپ خـراب ڪيئم. ڇا ڏنو توڪي شرافت؟“

”شريف ۽ شرافت؟“ ڪلڻ لڳي ”پر مون نـه ڪڏهن دعوٰي ڪونه ڪئي آ شرافت جـي. آءٌ غريب ٻچڙي ۽.... توڪي خبر آ.“ ٿورو رازداريءَ واري نموني چيائين. ”هر بزدل ماڻهو شريف ٿيندو آ.“ وري ٺهڪ ڏيڻ لڳي هئي.

”هڪ ته تنهنجيءَ هن ڳل تان به خار ٿا چڙهن. هر وقت ريڊي ميڊ ٺهڪ. ڪڏهن ته چپ به رهندي ڪر.“ خار مان مون کيس چيو هئو.

۽ پوءِ ٻئي دفعي مون کيس ڏسڪندي به ڏٺو.

”الا ئي منهن جي پٽ لڳئي، الا ئي ڇا؟“ مون هشدر ٿيندي چيو هئو.
”جاني ڏتڙيل ماڻهن کي ڪنهن جي پٽ ڪانه لڳندي آ.“ ڳوڙها اگهندي جواب ڏنو هئائين.
”پر ٿيو ڇا؟“
”فهمي آ نه مون واري سرتي. اڄ سندس نالي سان طعنا مليم. جيتوڻيڪ آءٌ ڪيس پنهن جي سڳي ڀيڻ سمجهندي آهيان.“ وري نيرن نيڻ پڇايا هئس.
”راڻي تون ايتري دل ڇو ٿي لاهين؟ دنيا ۾ ماڻهوءَ کي سڀ ڪجهه ٻڌڻو پوندو آ.“ مون ڪيس پرچائيندو چيو هئو.
ٿڌو ساهه ڀريندي چيو هئائين ”اڄ نه اهين پيو محسوس ٿيئيم ڇـڻ گندن نـالن پرسان لنگهندڙ اهـڙا واٽهڙو هجون، جن ۾ ڪوبه، ڪيڏيءَ مهل به ڀينڊ اڇلائي اسان کي داغدار ڪري ڇڏي.“
۽ آءٌ ويچارڻ لڳي هئس — هن جڳ ۾ ڪنهن جو ڀرم پورڻ ڪيڏي نـه سولي ۽ سٺائي ڳالهه آ وڪ وڪ ڦوڪڻ ڪانپوءِ به مٿي لڳيو ئي وڃي.
انهيءَ واقعي ڪانپوءِ جلدي سندس بدلي ٿي وئي هئي ۽ ٿيڪ ٻن سالن ڪانپوءِ سندس هڪ خط آيو هو.
”ڪيئنٿاري ڀير مٿان ڏنگرڙو اڇلايو ويو آ. ۲۴ تاريخ تون به اچجانءِ.“
آءٌ سندس شاديءَ تي وئي هيس — نه گيتن جي گونجار هئي، نه شرنائين جا سڏڪا. نه گهر ۾ خاص هلچل هئي، نـه مهمانن جـو ڊنبلو.... ڏهاڪو کن ماڻهو مس هئا، جـي ڪيس وٺڻ آيا هئا.
۽ پاڻ، چپ چاپ ويٺي هئي. اکين ۾ نه شرم جي لالي هئس، نه هٿن تي ميندي.
”ڪنڌ جهڪاءِ. ڪجهه ته شرماءِ.“ مون سندس ڪنڌ هيٺ ڪيو هئو.

”تازي ول ئي جهيڪل سونهندي آ جاني. پنجٽيهه سالن جي ڪنوار....“

ڪجهه عجيب پيو لڳيم. مرڪي ڇپون هٽائين.

۽ ان ويل ڪمري ۾ ڪجهه زالئون به داخل ٿيون هيون.

”گهوٽ ماءُ ڪهڙي آ؟“ مون هڪ عورت کان پڇيو.

”ادي امان ڪونه آئي آ.“

”ڇو؟“

”ويچاري روئي روئي بيمار ٿي پئي آ.“ هن ٻڌايو.

”ها.... روئي روئي؟“ اچرج ورتو.

”ها پيءُ امان جي پهرين ياچائي ويچاري گذاري وئي نه.“

”اڇا!“ حيرت مان چيم.

”۽ ادي پنيان چار ٻار به ڇڏي وئي. ننڍڙا ٻار ڪير پالي؟ سوچيوسين ته ادو ڪٿي ٻي شادي ڪري. ادي ويچاري ته ڪهڻي نهڪر ڪئي، پر امان مڙئي زوربار ڪري ڪيس راضي ڪيو آ.“ هن عورت ٻڌايو.

۽ مون حيرانگيءَ سان زيني ڏانهن ڏٺو. سندس چپن تي طنز، مرڪ هئي ۽ اکين ۾ حسرتن جا ڏيئڙا.

پاڻ جهلي نه سگهي هيس. ٻئي صفحي ۾ وچي ڳوڙها ڳاڙيا هئم.

نڪاح ڪانپوءِ بنا لانون جي ڪيس وٺي ويا هئا ۽ مون اندر جـي اکين سان سندس آدر ياءُ ڏٺو هئو.

سسٽس روئندي ساڻس ملي هئي ۽ مڙسس منهن سڄائيندي.

”توکي خبر آ مون توسان ڇو شادي ڪئي؟“ مڙسس ڪمري ۾ داخل ٿيندي ڪائنس پڇيو.

”جي؟“

”در اصل مون کي زال جي ضرورت گهٽ ۽ ٻـارن کي ماءُ جي ضرورت وڌ هئي. ٻارن کي سڳي ماءُ جو قـرب

ڏجاڻي. ۽ ها ڪوبه شڪايت جو موقعو نه ملي نه گهر جي.
منهنجن ٻارن سان ته ڀيرين ڪانه ملي آهين نه؟" هن سوال ڪيو.
"جي نه."
"ڀلو.... گڏبو." مڙس رڙ ڪئي.
"جي بابا." ٻه ننڍڙا ٻار سندس ڪمري ۾ داخل ٿيا.
"گڏيءَ ۽ راڻيءَ کي ٻه وٺي اچو."
۽ پوءِ سڄي رات هن کي پيار محبت جي ڳالهين بدران
ٻارن جون ڳالهيون ٻڌڻيون پيون هيون.
"ڀلوءَ جي هيءَ عادت آ. گڏو ضد گهڻو ڪندو آ.
راڻيءَ کي هـيءُ ڪاڏو وڻندو آ ۽ گڏيءَ کي هو فروٽ."
وغيره.
صبح جو اک کيس وٺي وئي هيس. ڪمري ۾ هيڪلي
ويٺي هئي. پلنگ جي سامهون واري پٽ تي مڙس جـو وڏو
فوٽو هئس، جنهن ۾ پنهنجيءَ ڀيرينءَ ڪنوار سان مرڪي رهيو
هو. ۽ ٻئي طرف ٻارن جو ڪجهه سامان پيو هو.
"ڇو؟" مون اوڏانهـن اشارو ڪندي ڪانئس سوال
ڪيو هو.
"جوائنٽ فيملي سسٽم آ ۽ هي ڪمرو اسان کي مليل
آ." طنزيه مرڪ سان جواب ڏنو هئائين.
"يار هرو ڀرو پاڻ سـان ظلم ڪيئه." دبيل اکرن ۾
مون کيس چيو هو.
"ڇا ڪجي جاني! سڌ ته ڇپر جي هئم، پر ڇنل ڇانورو
مليو. اهو به الائي ڏک جهلي يا ڌڪي پئي." مايوس اکرن ۾
تڏو ساهه پري چيو هئائين ۽ آئون سندس جيون جـو سوچـي
وسامجي وئي هيس — اهڙو واٽهڙو جنهن جي ڪائي پي
منزل ناهي.

* * *

تڏو ساهه پريان ٿي. زيني اهڙي ڪنول سمان پٺي پاسجي،

جبڪه ڏيپ واري گهٽندي پاڻيءَ ۾ به هر وقت ڦڙيو بيٺو هوندو آهي.
”اڃا ننڊ پئي آهين؟“ زينيءَ کي خيالن جي دنيا مان اٿاريم ٿي.
”نه نه جاڳي پئي آهيان...“ چاپئي ”ويچاريءَ.“
”ڇا پئي ويچارين؟“
”ڏهن جي باري ۾.“
”پڳلي ڇا سوچي ڪندينءَ منهنجي باري ۾.“
”اسان جو تر نه ڪوئي ٿاڪ.“ تڏو ساهه پري ٿهڪ ڏئي ٿي.
”آخر ڪيترو تون ٽوٽ ۾ ويندينءَ؟“ مان چوان ٿي.
”ڇڏ، جاني هاڻي ڇانهن پيار.“
آئون ڇانهه ڏاهي ڪيس ڏيان ٿي.
”هڏو هتر آباديءَ ۾ واڌارو پئي ڪرين.“ فهميءَ کان بدل ڳالهه پڇانس ٿي.
”نه جاني بنجر زمين به ڪڏهن واڌ ڪئي؟“ ٿهڪ ڏئي ٿي.
”پر مون کي نه فهميءَ پڏايو.“
”ها Abortoin ڪرائي ڇڏيم.“ ڪالهه لڳي.
”ڇٽن سالن کان پوءِ ٻار ٿيڻ. ان سان به اهي قهر.“ خارن ۾ چوان ٿي.
”منهنجو مڙس ته چوي ته هن مهانگائيءَ واري دؤر ۾ آئون پنجين ٻار جو بار ڪونه کڻي سگهندس.“ اکين ۾ آلاڻ اچي وئي اٿس، پر ٿهڪ پئي ڏئي ۽ مون کي لڳي ٿو سندس ٿهڪ دردن جو پوائنٽو روپ وٺي، منهنجي آڏو نچڻ پيا ٿا. مٺو قريم ٿو. ڏيپ مان اکيون پوري ڇڏيان ٿي. ۽ پوءِ پري پري کان زينيءَ جا آواز پئي پڌان. ”رضيه جاني توکي ڇا ٿي ويو....؟“

---

# ويڳاڻا ويڻ

ڏيک: هڪ ڪلاس جو.

شاگرد پينون هٿن ۾ جهليو لکڻ ۾ مصروف، آڏو استاد ليڪچر ڏيندي.

”دراصل فرائڊ، انساني ذهن کي ٽن حصن ۾ ورهائي ٿو. اڊ (Ed) نفس، ايگو (Ego) انا ۽ سپر ايگو (Super ego) معنيٰ ضمير.

”اڊ يعني نفس، انساني قوتن ۽ ضرورتن تي ٻڌل اهو لاشعوري فطري حصو، جنهن جي آڏو رڳو لذت جو حصول آهي.

جڏهن نہ Ego يا انا، فرد جو اهو احساس آهي جيڪو ان ۾ خودي ۽ انفراديت پيدا ڪندو آهي. ٻين لفظن ۾ انا، نفس کي انهن خواهشن کان جهليندي آهي جيڪي سماجي نڪتہ نگاهہ کان غلط هجن ۽ انهن ڳالهين جي اجازت ڏيندي آهي جن کي معاشرو قبول ڪندو آهي.

نفس ۽ انا کان پوءِ وارو اچي ٿو ”سپر ايگو“ جو، جنهن کي اسان ضمير بہ چئون ٿا. ضمير پنهنجو ڪم ان وقت شروع ڪندو آهي، جڏهن نفس ۽ اناجي جنگ ۾ ”انا“ شڪست کائي ويندي آهي. ضمير انسان کي سندس خراب ڪمن تان ننديندو آهي ۽ احساس بيدار ڪندو آهي.“

وقت ختم ٿيڻ....

پيرڀ جي پڇاڻي ۽ استاد ۽ شاگردن جو ٻاهر نڪرڻ شاگردن جي ميڙاڪي ۾ انور جو ننڍڙو وجود ٻه. ذهن ۾ نفس ۽ انا جي جنگ شريف جو وجود جنگ ڪارڻ.
”اڄ رات ٿي هڪ هڪاڻي ڪرڻ گهرجي يا آر يا پار“
نفس جي صلاح.
”نه نه متان اهڙو ڪم ڪرين.“ انا جي سمجهاڻي.
”پر آخر ڇو؟ ڇا شريف طاقت ۾ مون کان وڌ آ“
نفس جو آواز.
”نه بلڪل نه، شريف واقعي توکان طاقت ۾ گهٽ آ، پر اهو نه وسار تنهنجو سر اڪيلو ناهي، تنهن جي وجود سان گڏ تنهنجي ماءُ، تنهنجي ڀيڻ جو وجود به تو سان وابسته آ.“
انا ٻيهر دليل ڏيندي سمجهائي ڏنس.
”ها واقعي امان ۽ پارسان جو ڇا ٿيندو.... ڪيڏين نه اميدن ۽ آس سان مون کي هت موڪليو اٿن.“
خيال جي گاڏيءَ جو رورس ۾ وڃڻ.
”ادا هي ڇوڙيون قرض اٿئي، جڏهن پڙهي وڏو ماڻهو ٿين نه مون کي واپس ڪجانءِ.“ پارسان جو مرڪندي سندس حوالي ڇوڙيون ڪرڻ.
”دل ڇو ٿي لاهين پارس پٽ، ڏکن جا ڏينهن ڪي سدائين ٿورئي رهندا اهن.“ رلي کي ٿو پو ڏيندي، ماڻس جو جواب.
”هنه.... غريب جي ڪنڌيءَ ۾ سدائين تنگ.“ سندس چپن تي طنزيه مرڪ وکري ٿي .... پنهنجو پاڻ تي کل....
”پاڻ کي دلاسا ڏئي، حياتي وڃي ٿي گذري ۽ اسان بس....“ سمجهه ۾ نه ٿو اچيس ته ڇا ڪري....
ڪيئن ڪيئن ڪري نه ڏينهن گذاريا هئائين.... ڪاليج جي شوق ۾.... هڪ طرف، اڳتي وڌڻ جي جستجو ته ٻئي طرف دل جي ڏيئي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪاليجي رنگين دنيا پسڻ جي تمنا.

"ميٽرڪ پاس ڪري شهر ويندس، شام جو نوڪري ڪندس ۽ صبح جو ڪاليج ۾ پڙهندس" مستقبل جا پلان هيس. ميٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ .... پيءُ جون چوڙيون وڪڻي پئسن جو بندوبست ڪيو هئائين ته جيئن ڪاليج ۾ داخلا وٺي سگهي.

داخلا جي انتظار ۾، روز پاڙيواري دڪان تي ويهي ريڊيو جا اعلان ٻڌندو هو.

ان ڏينهن ته چڻ سندس ڏهن هزارن وارو بانڊ کليو هو جنهن ڏينهن شهر ۾ پير رکيو هئائين.

ڪاليج جي ائڊريس اڳ ئي وٺي ڇڏي هئائين. هونئن به شهر سندس لاءِ نئون نه هو. امتحان جو سينٽر هو، ۽ ميٽرڪ هتان ئي ڏني هئائين.

"شايد هي ئي ڪاليج آ" ڪاليج جو بورڊ پڙهندي ويچاريو هئائين.

"پر پڪ ڪرڻ ۾ عيب ته ڪونهي" ....... ذهن ۾ سوچيو هئائين.

"ادا هي .... ڪاليج آ؟" سامهون ايندڙ شاگردن جي ٽولي کان پڇيو هئائين.

"نظر ڪونه ٿو اچئي ڇا؟" ڇوڪرن جي گروهه جو کلندي جواب مليو هئس.

"فرسٽ ايئر فول آهي" ڇوڪرن مٿان کان هيٺ تائين جاچيندي چيو هئس.

"ابا ڪنهن سان ملڻو اٿئي؟"

"ڪاليج لاءِ فارم پرڻو اٿم." سندس آواز هيسيل هو.

"ڏوڪڙ آندا اٿئي؟"

لاشعوري طور سندس هٿ کيسي ڏانهن ائين کڄي ويو جيئن سندس پئسا نه ڪو آڏائي.

"ڪيڏي ويهه روپيه؟"

"گهٻرائين ڇو ٿو؟ فارم وٺي ڏينداسين." ٻئي جو
آواز هو....

۽ سندس ڪيسي ۾ هٿ وجهڻ کان اڳ ئي ٻهرين
ڇوڪري جهٽ هڻي سندس ڪيسي مان ڏوڪڙ ڪڍيا هئا.

"اوهو رقم ته جهجهي آ." ٻيهر سندس مغز کان وٺي
پيرن تائين، نظرن ذريعي جاچ ورتي وئي.

"ڏهيو ويچارو پرديسي آ، پنجاهه رکو پاڻ وٽ پيا واپس
ڪيوس." هڪڙي نينگر، آخري فيصلو ڏنو.

"هان پٽ ڇا ياد ڪندين." ٻئي باقي پئسا واپس ڪندي
ڄڻ احسان ڪيو هئس.

"۽ ها هو سامهون جيڪو در آ، اوڏانهن هلهو وڃ
اتان فارم ملندئي."

جت پڇڻ ناهي ڪم ات پڇڻ ڪم ورہامن جو، انور
پنهنجو خير سمجهي ان در ۾ گهڙيو هو. سموري ڏپ، نڪ ۾
گهڙي ويس.

"اوهه هي ته ڪاڪوس آ." شرمندو ٿي ٻاهر نڪتو هو،
۽ وري ٽهڪن جا پڙلاءَ ڪن تي پيا هئس.

"خير ائين ٿيندو ئي رهندو آ" پاڻ کي دلاسو ڏنو هئائين.
ڪاليج جي داخلا سان گڏوگڏ هاسٽل جي داخلا جو به فارم
ڀريو هئائين. ۽ ڪجهه مهينن جي في اڳواٽ ئي ڀاري ڇڏي
هئائين.

"هاسٽل ۾ سيٽل ٿيڻ ڪانپوءِ ئي نوڪريءَ جي تلاش
شروع ڪندس" خيال ڪيو هئائين.

روم نمبر ڏهين ۾ سيٽ الاٽ ٿي هئس.

"ادا هن روم ۾ مون کي به سيٽ الاٽ ٿي آهي. روم
۾ گهمندي هن، هڪ نينگر کي ٻڌايو هو.

"ابا هي ڪمرو اڳ ۾ ئي اوور لوڊيڊ آهي وڃي ٻي
ڪا جاءِ تاڙ." ڇوڪري ٽپ جواب ڏنو هئس.

”جاءِ تن جي آ، رهون آٿ ڄڻا پيا.“ ڇوڪري وڏيڪ ايڪسپلين ڪيو هئس.

واقعي ڪمرو تمام پريل نظر آيو هئس....”ايترا ڇوڪرا پڙهي ڪيئن ٿا سگهن، حق تي ڪاپيءَ جو رواج شروع ٿيو آ.“ سوچيو هئائين.

”پر رهڻ جو ڪهڙو ٻلو ڪجي. هت ته سڀني ڪمرن جي اها حالت آ.“

”ادا پريشان ڇو آهين جاڙي به جڳـ سان. ٽي- وي روم ۾ جتي پنجاهه ڇوڪرا اڳواٽ ئي رهن پيا اُتِ پاڻ به هلي رهنداسين.“ پرسان ٿي لنگهندڙ هڪ نئين ڇوڪري کيس صلاح ڪئي هئي.

۽ پوءِ هن به مهينا ٽي- وي روم جي ڪوڙ گهمسان ۾ پٽ تي سمهندي گذاريا هئا، ڪيترا نه مسئلا آڏو هئس.... صبح جو ڪاليج اٽينڊ ڪرڻ.... شام جو نوڪريءَ جي تلاش ۾ در در ڀٽڪڻ، رات جو واپس اچڻ.... ۽ ٻي ڏين تائين ڇوڪرن جون رڙيون، آواز ۽ ڳالهيون ٻڌڻ.

”ويهي ڪائيندي ته ڪوهه به ڪٿي ويندا آهن، ۽ وري سڪون به ته، ڪونهي جنهن ۾ پڙهي ٿي سگهان....“.

”يار روم ڏهين ۾ سيٽ خالي ٿي ائي.“ هڪ دوست کيس ٻڌايو هو. ۽ وري هن روم ڏهين جو در کڙڪايو هو.

”ها سيٽ آهي ته سهي، پر داخلا لاءِ چار سؤ روپيه ڏيڻا پوندا ٿي.“

”پر مون ته ڇهن مهينن جي اڳواٽ پياري آ.“

”ان سان اسان جو ڪهڙو واسطو؟ اسان سان تون ڳالهه ڪر.“

”۽ ها، هاسٽل ۾ جاءِ ڪو سولي ڪونه ملندي آ وري انتظار ڪرڻو پوندو ٿي سالن تائين.“ روم نمبر ڏهين واري چيو هئس.

”ٺيڪ آ“.... گيت ڏيندي وراڻيو هئائين.
۽ پوءِ ڪمرو جوائن ڪيو هئائين. گهران ماڻس سوگن موڪليندي هئي ۽ پاڻ اچا سوڙو نوڪريءَ جي تلاش ۾ هو....
”يار مري ويا سين، شريف اچي ويو آ.“ هڪ ڏينهن سندس روميٽ پريشان ٿيندي کيس ٻڌايو هو.
”شريف ڪير؟“
”تون شريف کي ڪونه سڃاڻين؟ هاسٽل جو داداگير آهي. ۽ هر مهيني ڇوڪرن کان منٿلي وٺندو آهي.“
”اها منٿلي وري ڇا آهي؟“ هن حيران ٿيندي پڇيو هو.
”دراصل سڀني ڇوڪرن کان مخصوص رقم وٺندو آهي ۽ ان رقم کي منٿلي ڪوٺبو آهي.“ ان ڇوڪر سمجهايو هئس.
”پوءِ يار ڪو ٿي ڪجهه ڪريس به ڪونه ٿو؟“
”نه بابا ڪير ٿو ان سان ڳالهائي ڪنهن کي مار کائڻي ٿوري آ.“
۽ پوءِ ٽئين ڏينهن شريف سندس آڏو هو.
”ميان ڪڍ رقم....“ هٿ ۾ پستول ڇڪي ڪو رانديڪو.
”پر مون وٽ ته ڪجهه به نه آهي.... پاڻ هٿ نوڪري پيو ڳولهيان.“ انور هڪندي جواب ڏنو هئس.
”جي رهڻو اٿئي هاسٽل ۾ ته پئسا ڪڍ نه ته صبحاڻي جيڪڏهن ڪجهه ٿيو ته ان جي ذميواري اسان تي نه ايندي“. شريف دڙڪو ڏنو هئس ۽ وحشيانه نموني کلندي واپس وريو هو.
”اف“ خوف وچان سندس رڙ نڪتي هئي.
”وڪ وڪ تي ڪندا آهن هٿ“ سوچيو هئائين.
ٽئين ڏينهن تي ڪاليج مان واپس ورڻ کان پوءِ کيس پنهنجي بيگ غائب نظر آئي.... ۽ ان سان گڏ شريف جي چٺي به
”اچا به وقت نه ويو آ.... معاهدو ڪندين ته فائدي ۾ رهندين.“

اڄ چوٿون ڏينهن آهي ۽ هن وقت ذهن ۾ نفس ۽ انا جي جنگ متل اٿس....

سنلس ڇهري جي تاثر مان لڳي ٿو ته هن ڪو اهم فيصلو ڪيو آهي.

رات آئي.... صبح ٿيو ۽ ڇوڪرن ڏٺو ته انور هارايل جواريءَ جيان، گريون وکون کڻندو ڳوٺ وڃي رهيو هو.... وري نه اچڻ ڪاڻ.



# پڇتاءُ

رئيس عبدالقادر ڳوٺ جو مشهور زميندار آهي. الله جو ڏنل سڀ ڪي اٿس، پر تہ اٿس ٻن ڪي چين نہ دل کي سڪون. هن ويل بہ ويٺو آهي ڪمرش ۾. ٻک تي مايوسيءَ جون لڪيرون. اکين ۾ پڇتاءَ جا ڪرڻا.... ذهن ۾ ضمير چڻ هر هر پيو ڇهنديون پائيس. ۽ آئينو ڏيکاريس ذهن جي آئيني ۾ هڪ روپ تو اڀريس.

ننڍڙيون چمڪندڙ اکيون.... ڳوڙهو سانورو رنگ.... سنهڙي سڪل.... اهو روپ اختري بيگم جو آهي.

اختري بيگم جنهن کي دل جي گهراين مان پانيو هئائين. من پاتال مان چاهيو هئائين. اها اختري بيگم جنهن جي پلاند ۾ پريت جا گل وجهڻ ڪاڻ، پنهنجا هٿ بہ زخمي ڪيا هئائين، پنهنجو اولاد پنهنجا عزيز دوست سڀ ڇڏيا هئائين.

”اختري بيگم تو منهنجو قدر نہ ڄاتو.“ چپ چرڻ لڳس ۽ ذهن ۾ آيل اختري بيگم کي ڏوراپو ڏيڻ لڳو.

”توکي واقعي مون سان نہ پر منهنجي پئسي سان پيار هو، هوند مون کي ان ويل ئي سمجهہ اچي ها. جڏهن منهنجي عزيزن، دوستن مون کي سمجهايو هو.“ يادن جي ڇڙواڳ ڇوهي تي دوستن جون ڳالهيون آلبم جا ورق بڻجي سندس آڏو اڏرڻ لڳيون.

هڪ ورق سنڌس آڏو آيو ان ورق تي ڪي تصويرون اڪريل هيون، ڪي لفظ چٽيل هئا. تصويرن ۾ هڪ تصوير سنڌس گهاٽي دوست رحيم بخش جي هئي.... سنڌس پڳ مٽ يار ڏاڍي قرب منجهان سمجهائي رهيو هو.

"منهنجا دوست، منهنجا ڀاءُ، هي ماڻهو اسان سان نه اسان جي پٽسي سان سچا آهن. ڪين اسان سان نه، اسان جي پٽسي سان پيار ٿئي، ڇو پنهنجي پٽسي ۽ پنهنجي نسل پٺيان پيو آهين. هروڀرو جي ٻيءَ جو ايترو شوق اٿئي، ته پنهنجن منجهان ڪا وٺ، چوندا آهن رت دانگيءَ ۾ به وري سو جي وڙهنديون ته وري پرچي به پونديون." رحيم جا لفظ چٽ مٿس چٽرون ڪري رهيا هجن. "ڪيترو نه سچ چيو هو رحيم، پر مون سنڌس قدر نه، چاتو رهندو به رحيم تي ڪاوڙجي پيو هئس." پڇتاءَ منجهان هٿ مهٽڻ لڳو.

ياد ن جو هڪ ٻيو ورق اٿليو.... جنهن تي هڪ عورت جي تصوير هئي. نيڻن ۾ نير هيس پر خاموش هئي.... چپ هئي.... ڪجي ها ته به چا ٿئي ها يا ڏسڪي ها ته به چا وري ها........ اجرڪ اوڍيل، رئيس جي پهريز زال مارئي هئي.

"ويچاري.... شايد سنڌس ئي بدلو قدرت مون کان پئي وٺي.... شايد سچ ئي چوندا آهن، ته خدا جي ديگ دير سان پچندي آ...."

هو تي پنا گڏ اٿليا.... جن تي ڪن ٻارن جون تصويرن هيون.

انور.... سڪينه.... منو.... پپو.

ننڍڙا ننڍڙا ٻالڪ حيرانيءَ سان، ماءُ جي ڪرنڊڙ ڪوڙهن کي ڏسي پيءُ جي سخت مک ڏانهن پسي رهيا آهن. هن آس تي ته "شايد بابا، اسان کي پرچائي." پر ات ته ڪجهه به نه هئو.... رڳو سختي هئي.

”ها ٻچن سان بہ زيادتي ڪيم. سندن حق ڪسي.“ دک وچان نڙيءَ ۾ ڪندا ڇيڇڙ لڳس، پاڻيءَ جو گلاس پي نڙي آلي ڪيائين.

”انوءَ کي ڪيترو نہ ڊاڪٽريءَ جو شوق هو، ڪيترا پيرا نہ چيو هئائين تہ ”بابا شهر موڪليم.“ پر آءٌ تہ چڱي اولاد لاءِ هيس ئي ڪونہ. رڳو اختري بيگم جي چوڻ تي تہ ”ڇوڪرو شهر وڃي ڪرجي پوندو.“ ڪجھ ڪونہ ڪيم. ۽ هينئر منهنجو ٻچو پرائمري اسڪول ۾ ماسٽر آهي. ۽ اختري بيگم هر طرح جا پئي عيش ڪري سندس پاءُ ”نٿو“ بہ اختريءَ جي گادين ۾ گهمندو وتي. جيئن جيئن پئي سوچن کان پيچرو ڇڏيائين، تيئن تيئن اهي وڌي رهيون هئس، جڏهن تہ انهن بہ اڄ رئيس جو گهيراءُ ڪيو هو.

  

رئيس ڳوٺ جو ڳڙنگ زميندار هئو.... ڪروڙن جي ملڪيت ورثي ۾ ملي هئس. سارئي سندس سوٽ هئي، جنهن سان سندس پرڻو، سندس ئي مرضيءَ سان ٿيو هو. سو پيا وان سليقہ مند مارئي، جا هلندي هئي تہ آڪاش پيو جهومندو هو، ڳالهائيندي هئي تہ گل پيا ٽڙندا هئا. سندس ورتاءُ هر ڪنهن سان سٺو ۽ مٺو هوندو هو. رئيس بہ جڏهن مارئيءَ تان اول گهول پيو ويندو هو.

هر ڳالهہ مارئيءَ کان پڇڻ، هر ڪم مارئيءَ جي صلاح سان ڪرڻ، جيڏيون سرتيون تہ جڏهن مارئيءَ جي ڀاڳ سان ريس پيون ڪنديون هيون. پر ڀاڳ جوڙڻ وارو تہ الله آهي. ”مارئي منهنجي بيگ ناهي رکجانءِ، اڄ آءٌ ڪم سانگي ڪراچيءَ وينديس.“ رئيس ڪرسيءَ تي ويهندي مارئي کي چيو. ۽ پوءِ رئيس ڪم سانگي ڪراچيءَ ويو. هفتو.... ٻہ.... مهنو.... پورن ٽن مهنن کانپوءِ ڳوٺ واپس وريو پر لڳي ائين

پيو ته چڱي مارئيءَ جي قسمت، ڪراچيءَ واري سمونڊ ۾ اڇلائي آيو هجي. پورو هڪ هفتو به نه لنگهيو ته ڪراچيءَ لاءِ سنيهو چيي: ”شادي ڪرڻ ٿو وڃان.“

دوستن مٿس گهڻو ئي سمجهايس.... پر رهند و به ڪاوڙجي ويو چي: ”زندگي مون کي گذارڻي آ.... مڙس تـه چار چار شاديون ڪندا آهن، مون به ڪيون ته ڪهڙو عيب ٿيو.“

نيٺ جڏهن ڪراچيءَ مان واپس وريو تـه هڪ سنهڙي سڪل، سانوري غراري واري عورت ساڻس گڏ هئي. ”مارئي هيءَ تنهنجي ساهيڙي آهي اختري بيگم سندس پـارٽ هجئي.“ مارئي ته چڱي حڪم جي بندي هئي.... ڏينهن رات سندس سيوا ۾، ”جناب، هت چڱن ۾ منهن جي دل نه ٿي لڳي، شهر ۾ مانکي بنگلو وٺي ڏي، ات آءٌ رهنديس.“ اختري بيگم ڏاڍي ناز انداز سان انگل ڪيو.

”ها راڻي، تون ته رکو شهر ۾ بنگلو پئي چوين، پـر آءٌ ته آڪاس تان چنڊ تارا به تنهنجي لاءِ آڻـي سگهان ٿو.“ رئيس ڦونڊ ۾ پرجي ويو.

”۽ ها ڏس اهو بنگلو منهن جي نالي ڪج.“ اختري بيگم رئي جي ڪنڊ چباڙيندي، مرڪندي چيو.

”تون ته رکو بنگلو ٿي چوين پر آءٌ ته پنيون ٻارا به تنهن جي نالي ٿي ڪندس.“

رحيم ان ويل به جهليس ”متان اهڙو ڪم ڪيو اٿئي، پڇسو هٿ ڪري هٽندئي توکي به لت.“

”منهنجي زال آ، منهنجي مـرضي آءٌ ڇـا به ڪيان.“ رئيس وري به ڪاوڙ ۾ جواب ڏنو.

اختري بيگم شهر آئي.... پنجن لکن جو بنگلو مليس ته چئن لکن جي زمين به.

پر اختري بيگم ته ڍاپڻ جي ئي نه هئي. وقت گذرڻ لڳـو رئيس جي ملڪيت سرنـدي رهي ۽ اختري بيگم جون

اڪيون طوطي جيان بدلجڻ لڳيون.

اڳ جو اٿي رئيس کي ماني ٽڪي ڪارائيندي هئي پر هاڻي ته ڪيس پڇندي به ڪانه هئي. رئيس ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو سندس اوسيئڙو ڪندو هو. پر اختري بيگم کي پنهنجن مائٽن کان فرصت ڪانه هوندي هئي.

”اختري بيگم آخر اهو ڪيستائين ٿيندو ۽ آءٌ ڪيستائين راتين جون راتيون ويهي، تنهن جو انتظار ڪنديس.“

رئيس آخر هڪ ڏينهن ڪاوڙجي پيو.

”هان هان هي تون ڇا پيو چوين آءٌ تنهن جي زال آهيان ٻانهي نه.“

اختري بيگم ڪتو جواب ڏنس ۽ منهن ٻچڙو ڪري ڪمري منجهان نڪري وئي.

پر ٿي ڏينهن رئيس ۽ اختري بيگم ۾ ڪافي ڏي وٺ هلي پر آخر هڪ ڏينهن اختري بيگم وري رئيس کي پرچائي ڇڏيو.

”جناب منهنجي ڳالهه ته ٻڌو.“

”ڪهڙي؟“

”ڇو نه هن سال حج تي هلي کير ڪنڊ ٿي اچون.“

رئيس راضي ٿيو.... حج جا ڏينهن آيا. ٻئي ڪعبة الله شريف جي اڳيان ادب سان هٿ ٻڌيو بيٺا هئا.

”جناب“ اختري بيگم جو آواز هو.

”جي“

”هت مون سان وعدو ڪيو ته سموري ملڪيت منهنجي نالي ڪندو.“

رئيس ٽپرس منجهان ڪيس ڏٺو.

”ها ها جناب، تو کانسواءِ منهنجو هن جڳ ۾ آهي ئي ڪير.“ اختري بيگم زور ڪيو.

حج جي سعادت پوري ڪري ٻئي واپس وطن وريا.

اختري بيگم جو زور، ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو.... ۽ هاڻ رئيس بہ ٿوري اک پٽي هئي.... ڪجهہ ملڪيت اختري بيگم جي نالي ڪئي تہ ڪجهہ مارئيءَ جي نالي.

مارئيءَ جي نالي ملڪيت ڪرڻ ۽ اختري بيگم جو آپي منجهان نڪرڻ چي: ”مون کي طلاق ڏي، تون مون کي ڌاري ٿو سمجهين تہ هن گهر ۾ رهڻ مان فائدو ڪهڙو؟“

هن وقت رئيس پشيمانيءَ مان هٿ مهٽي رهيو آهي. ۽ هر هر پيشانيءَ تان پگهر جون بوندون اگهي رهيو آهي. ۽ هاڻي هن سوچي ورتو آهي تہ اختري بيگم کي طلاق ضرور ڏيندو.



# وساريان نہ وسري

هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهه آ جڏهن آءٌ چوٿون درجو سنڌي، دادوءَ جي مين اسڪول ۾ پڙهندي هيس. مون سان گڏ منهنجي ڪلاس ۾ زهره ۽ حاڪم زادي به مون سان گڏ پڙهنديون هيون. ڪجهه ڏينهن کان محسوس ڪيم ته ٻئي ڇٽيون روز رسيس مهل غائب ٿي وينديون هيون، ايند يون هيون ته هٿن ۾ ڪوڪلا ٻير ڀڳڙا ۽ پاڻلي ڪنيو. ان زماني ۾ هڪ ڪٿمنڙو يا هڪ اچو قلم يا ڳنڊو ته پنسي ۾ ٻه ملي ويندو هو سو پاڻلي خرچيءَ طور گهران ملڻ ناممڪن ته نه، البت ڏکيو ضرور هو.

"اڄي روز اوهان رسيس مهل ڪاڏي وينديون آهيو؟" هڪ ڏينهن مون کانئن پڇيو.

"ٻڌايونس؟" زهره ٺونٺ هٽندي حاڪم کان پڇيو.

"ها...." حاڪم شرمائيندي جواب ڏنو "پر ڪنهن کي ٻڌائجانءِ نہ."

"نہ" مون واعدو ڪيو.

"ٻڌائينس نہ" حاڪم، زهره کي چيو.

"اڄي تون ٻڌائينس" زهره مرڪندي حاڪم کي ڌڪ هنيو.

"اسان نہ.... پرسان هڪ مائي رهندي آ ان جي گهر وينديون آهيون. هوءَ اسانکي ڏوڪڙ ۽ شيون ڏيندي آ.

تون هلندينءَ؟" هن مونکان پڇيو.

ڏوڪڙ ۽ شيون ملڻ ۽ آءُ انڪار ڪيان، آءُ ته ان وقت ئي هلڻ لاءِ تيار ٿي ويس.

"چڱو صبحاڻي هلنداسين. زهره ۽ حاڪم پڏايو. خدا ڪري پيو ڏينهن ٿيو.... الائي ڪيئن رسيس ٿي. اسان پهتاسين مائيءَ جي گهر.

اڌڙوٽ عمر جي مائي رئي جي پاند سان وات ويڙهيو ڪپڙا استري ڪري رهي هئي.

مون کي ڏسي ٿورو چرڪي.

"ڪنهن کي پڏائيندي ته ڪونه؟" زهره کان سوال ڪيائين.

"نه ماسي اسان جي ساهيڙي آ ڪنهن کي ڪونه چوندي"

"ها ماسي هن جا اکر به سٺا آهن." حاڪم جو آواز هو.

"چڱو...."

ماسيءَ جاري مان قلم ۽ ڪاغذ ڪڍي مون کي ڏنو.

"جيڪو مان چوان، سو لکندي وڃ" ماسيءَ حڪم ڏنو ۽ مون عمل ڪرڻ شروع ڪيو.

"دل ۾ دلبر تنهنجي خاطر سڪ جي سيج
وڇايان ٿي."

منهنجا سائين منهنجا حاڪم،

ڪلهه به مون توکي ڏنو پر تون ايترو بينيازيءَ سان هليو وئين، راڻا آخر ايترو شرم ڇاجو، آءُ تنهن جي پانهي آهيان. غلام آهيان مون تي به مَنَ مهر جي نظر ڪرين."

ان بعد ڪجهه بيا به سنڌي فلمي شعر وغيره هئا.

حيران به هيس ته پريشان به، پر سسپينس پنهنجي جاءِ تي ان بعد ماسيءَ ان تي عطر هاريو ۽ ڪوڪلا ٻير ٿيٽ پري ڏنائين ته ڪاٿينديون وڃو ۽ جواب آئيندو ته پاٿلي به ملندو.

"آخر خط ڏيڻو ڪنهن کي آ." گهٽيءَ ۾ مون زهره کان پڇيو.

"اتي ئي ٿورو اڳيان ڪاليج جو هڪ پروفيسر آ ان کي." خير ڳالهيون ڪندا وڃي پهتاسين پروفيسر جي در تي.

در کڙڪايوسين.

اندران نوڪر نڪتو.

"پروفيسر آهي؟" حاڪم پڇيو.

"نه ٿوري دير کان پوءِ ايندو." پر ڪم ڪهڙو اٿو؟"

"بس آهي ڪو." زهره پڪائيءَ سان جواب ڏنو.

"پلا اٽڪل ڪيتري دير کانپو ايندو." زهره پڇيو.

"اڌ ڪلاڪ کن ۾." نوڪر جواب ڏنو.

۽ اسان بيهي رهياسين، پروفيسر جي انتظار ۾ ڪوئي منٽ ڪلاڪ کن کانپوءِ پروفيسر صاحب جي صورت نظر آئي پٺيان ماڻهن جو ڊنبلو.... اسان به، ڪٿي نه هم نه ٿم وڃي خط ڏنو سونس هٿ ۾.

خط سان گڏو گڏ سندس چهري جو رنگ به ڦرڻ لڳو. پروفيسر گهر ۾ داخل ٿيو، ٿوري دير کانپوءِ ٻاهر نڪتو. ۽ هڪ خط بمع هڪ عدد چونڀ جي اسان کي ڏنائين.

"آئينده جي ڪو آندوَ، ته مار ڪيندومانوَ."

اسان خط آڻي ماسيءَ کي ڏنو. خط ڏسي ماسي گل جيان ٽڙي پئي.

"پڙهي ٻڌايو" ماسيءَ چيو.

خبردار جي ڪو خط موڪليو اٿئي. آئيندي جيڪڏهن
و تنهنجو خط مليو ته هڙهسين ڪي ڏيکاري ڀادرڪارائيندوماڻهه."
بس ماسي وسامجهه لڳي ۽ اِيندب وڃ روجَ سان ٿي.
۽ هوڏانهن اسانجا ٻوٽ به ٻيلاڙا ٿيڻ لڳا، پاڻلي ته پاڻلي
جي ماڳ، رهندو به واپسيءَ ۾ بينچ تي ٻيهڻو پيو.



(ننڍڙيون ڪهاڻيون)

# وهم نہ آهي سچ آهي

ڏسي رهي آهيان هڪ هجوم، نينگرن جو. ٻڌي رهي آهيان آواز گارين جا.... خبر نہ آهي ڇا آهي؟.... ٻہ ٽي وکون اڳتي وڌائي، ماڻهن جي ميڙ کي مان لياڪا پائيندي ڏسان ٿي. ٻہ نينگر، پاڻ ۾ الجهيل وڙهي رهيا آهن. ڳاڙهو ڳاڙهو رت ڏئي رهيو آهي ريج ڌرتي ماتا کي، سوچان پئي شايد ڪو ديس جو دشمن آهي. پر نہ هي تہ فهيم آهي ۽ ٻيو شايد سعيد.... اوهہ..... فهيم سعيد کي ڪيرايو.... چاقو سندس ور مان نڪتو اف.... ٻيو مان اڪيون پوري ڇڏيم. وري اکيون کوليم.... ريٽو رت سينڌر ٻڻجي چمڪي رهيو هو ڌرتيءَ جي سينڌ ۾. خبر ناهي ڇو وڙهيا آهن، هنا تہ پاڻ ۾ گهاٽا دوست. ٿي سگهي ٿو ڪنهن ڳالهہ تان اٽڪيا هجن پر اڏين تہ نہ وڙهن گهرجين. ڪامن روم ۾ ويٺي سوچيان پئي. پانت پانت جا آواز اچي رهيا اٿم ڪنن ۾، ”ڇا ٿيو؟“ پر ۾ ويهندڙ رضيہ کان پڇيم.

”فهيم ۽ سعيد وڙهي پيا آهن، سعيد کي اسپتال ڪڻائي ويا آهن چون ٿا تہ حالت ڏاڍي خراب اٿس.“

”پر جهيڙو ٿين ڇا تان؟“ مان ٻيو سوال رضيہ ن ڪيان ٿي.

”هوءَ ڏني اٿئي نہ فوزيہ، جيڪا هر سال ڇورا مٿائيندي اهي، سعيد سان افيئر ۾ آ....“ ان تان.

”ها سچو ڏينهن ۾ ئي گرلس ڪينٽين اڳيان ڏاڪن تي ويٺا هوندا آهن.“ مون جواب ڏنو ”رن اڇي اسانجن ڇوڪرن کي ڪاري چڙيو آ، اڇن ڏي هت ڇورن ڦاسائڻ جي خيال کان ٿيون.“ چڙ ۾ آءُ چوان ٿي.

”اسانجا ڇوڪرا بي عقل ٻار ته ڪونهن، ڇو ٿا سندن هٿن ۾ رانديڪو بڻجن“ رضيه جواب ڏنو.

”ها واقعي تون به سچي آهين پر جهيڙو ڇو ٿيو؟“

”توکي ته خبر آ فهيم اڄ ڪلهه سي ايس ايس جي رڙن ۾ پاس ٿيو آ سو فوزيه به سعيد سان ڦٽائي فهيم سان دوستي رکي آ. ۽ انهيءَ ڳالهه تان ئي اٽڪي پيا.“

ياد اچي رهيا اٿم فوزيه جا لفظ ”هنن ڇٽن کي الو بنائڻ ڏاڍو سولو آ.“

ياد ٿا اچنم ٿا سعيد جا اکر جي ان آگريشن جي موقعي تي اوت ڪٽندي چيا هئائين، ”ڌرتيءَ جي پوتر مٽيءَ جو سوڳند کڻي، وچن ٿو ڪيان ته قوم سان هميشه وفادار رهندس.“

ذهن جو چڪرو ٿئين پاسي آيم جڏهن فهيم هڪ تقرير ڪندي چيو هو. ”اسين هڪ بهادر قوم آهيون دشمن لاءِ زهر هلاهل.“

سوچيان ٿي واقعي اسان بهادر ته آهيون، ڌارين لاءِ پنهنجن جو رت وهائڻ بهادري نه آهي ته ڇا آهي.

* * *

## هڪ سچ به پاڇا

”يا الله سائين! شل خير سان گهر اچيس. صبح کان گهران نڪتو آ. الله شل ڪڏهن ڪي پيءُ ڪي منهنجي به عمر ڏئي. جيئن ڏي گهر پهچندو ته به نفل شڪراني جا پڙهنديس.

اڄ ڪلهه ته ڊرائيور به انڌا ٿي پيا آهن ائين ٿا گاڏيون هلائن جو ٻلي ڪير به هيٺان اچي.

ڪٿي ڪڪي پيءُ.... نه نه.... الله نه ڪندو جو ڪيس ڪجهه ٿئي، آءُ پاڻ شل سندس مٿان قربان ٿيان شل پنهنجن هٿن سان سون ڪي پوري. الله شل منهنجي حياتي به ڪيس ڏئي.

.... .... .... ....

”ٻار وچي ڪيڏانهن ٿـو ويهه نه اچا.“

”دير ٿي وئي اٿم.... گهر واري انتظار ڪندي هوندي!“

”چڏ ٻـار اهڙي ڪهڙي دير آ، اچا ٻارنهن مس ٿيا آهن.

اڙي ها خبر اٿئي.... مصطفيٰ آهي نـه.... ان جي گهر واري ويچاري گذاري وئي....

”گذاري وئي؟!“ ائين چئي حيرت ۾ پئجي ويو.

”ها!“

”ها.... ڪيڏو نه خوش نصيب آ....“ آواز ۾ حسرت هئس.

.... .... .... ....

## ذات جو فرق

لکي پئي ”جڏهن اسـان سڀ انسان آهيون ته پـوءِ ذات پات جو فرق ڇو؟ ننڍي وڏي ۾ ويڇو ڇو؟ آخر اهـو ڏينهن ڪڏهن ايندو جڏهن اسانجي سماج مان طبقاتي فرق ختم ٿي ويندا ۽ اسان ويچا ۽ حد بنديون ٽوڙي صرف انسان هونداسين، صرف انسان.... اهو ڏينهن ايندو.... جلد ايندو.... سون ڪي پڪ آهي....“ پيءُ جو ڪمري ۾ داخل ٿيڻ.

”اوهو معاف ڪجانءِ اجايو ٽوڪي ڊسٽرب ڪيم“.

”نہ نہ ڪا ئي ڳالهہ ڪانهي.... چئہ ڪيئن آئي آهين؟“
”نوڪي دعوت ڏيڻ آئي هيس. شانو ايم- آي پ-اس ڪئي آ سو ان جي مانَ ۾ پارٽي ڪئي اٿم.“
”شانوءَ جي مانَ ۾ تو پارٽي ڪئي آ!؟“
”ها. پر ان ۾ حيران ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آ.“
”ڪمال آ پنگياڻيءَ کي ڪٿي ايڏي لفٽ ڏني اٿئي.“
”پر شانو نہ سهي سندس ماءُ سهي. هرو ڀرو نيچ ماڻهن کي ايترو مٿي نہ چاڙهہ جو اسان جي ئي برابري ڪن. مان تہ سچي ڳالهہ، شانوءَ سان ڳالهائڻ ئي پسند نہ ڪندي آهيان سو وري پارٽيءَ ۾ ڪيئن شرڪت ڪنديس توبهہ ڪر.“

.... .... .... ....

## حصو

”گهڻو ٿيو؟“
”ٻہ هزار، پنج سو، ٽيامي“
”هاڻي حساب ڪيئن ٻيهندو“
”پنجاهہ منهنجو، پنجويهہ تنهنجو، ۽ پنجويهہ اصل مالڪن جو.“
”نہ ائين وري ڪيئن ٿيندو، گهڻو ڪم تہ مون ڪيو، پنجاهہ منهنجو، پنجويهہ تنهنجو.“
”ڪمال ٿو ڪرين يار، در در آءٌ رليس، دڪانن تان الڳ چندو ڪٺو ڪيم، اسڪول ڪاليج الڳ لتاڙيم، هاڻي وري اڌ ٿيو تنهنجو؟“
”پر آءٌ ٻہ تہ گهٽ ڪونہ ڊوڙيو آهيان.... چڱو ائين تا ڪيون چاليهہ تون کڻ چاليهہ مان، ويهہ ٻوڏ وارن لاءِ ڪافي ٿيندو.“

.... .... .... ....

## پڪنڪ اسپاٽ

”ايڏي سرهاڻ.... واه.... ايڏو سهي سنبري.... سينٽون پينٽون لڳائي دهليءَ جو ٻانڪو ٻنجي ڪيڏانهن پيو وڃين؟“
”هلين ته صلاح اٿئي.“
”پر وڃين ڪاڏي ٿو؟“
”بس يار مڙ ئي گهمڻ ڦرڻ.“
”پر نيٺ به، پڌاه سهي وڃين ڪيڏانهن ٿو؟“
”ڄامشوري جي پل تي“
”ڄامشوري جي پل تي ايترو ٺهي جڙي!؟“
”صفا ڪو پوڪ آهين. خبر نه اٿئي ته اڄ ڪلهه ڏاڍيون ٺاهوڪڙيون جوانڙيون تفريح لاءِ اينديون آهن.“
”ڪمال آ يار، تفريح هئڙي ت پر.“
”پيو چيا هاڻي ئي ته انهي مزو آ. ٻوڏ ۾ لڙهندڙ ٿانو ٿپا، ٽپڙ ٽاڙي، لاش، درياهه جي لهرن ۾ غوطا کائيندا اهڙا ته سهڻا لڳندا آهن جو ڳالهه ئي نه پڇ. چڱو هاڻ جلدي تيار ٿي وٺ!“

.... .... .... ....

## خيرات

”منهنجي خيال ۾ ته هن گهر ۾ هلڻ گهرجي.“
”ها.... هتان ڪافي ڪجهه ملي ويندو.... حيثيت وارا به آهن، ته خدا ترس به، جواب ڪونه ڏيندا.“
”ائي ها.... اڄا ڪلهه ئي ته آپا کي پگهار به ملي هوندي.“
دروازي تي ڪڙڪو.
”آپا آهي؟“
”ها امان اندر آ.“
نينگريون صفحي ۾ گهڙيون.

آپا ويٺي آ ڪٽ تي.... هٿ ۾ ٻارنهن سونيون چوڙيون،
اڳيان ڪِهن جا ڪِٽ.

"آپا اسان ٻوڏ وارن جي مدد ڪرڻ لاءِ چندو گڏ ڪرڻ نڪتيون آهيون، جيڪا ڪجهه مدد اوهان ڪري سگهو سا ڪيو."

"ادي آءُ ڀاڻ قرض تي ويٺي گهر هلايان، في الحال نه مون وٽ ڪجهه به ڪونهي.

## ٻيو گهر

"هن گهر ۾ هلون من هتان ڪجهه ملي وڃي؟"

"ڪير آهيو؟" گهر ڌڻياڻيءَ جي هڪل.

"ادي اسان يونيورسٽيءَ جون شاگردياڻيون آهيون ٻوڏ وارن جي مدد لاءِ چندو گڏ ڪرڻ نڪتيون آهيون پراڻو گندي ڪپڙو يا ٻيو سامان هجيوَ ته مهرباني ڪري ڏيو."

"جيڪي ڪجهه اسان کي ڏيڻو هوندو، اسانجا مرد پاڻهي ڏئي ڇڏيندا" ڪڙو ۽ کهرو جواب.

"ڪير آهن؟" ڪمري مان آواز.

"پي.... رنون، پنڻ آيون آهن!"

.... .... .... ....

## جي گهر اچين هون

شهيد عبدالرزاق سومرو جي تربت ٻوڏيءَ جي لپيٽ ۾ (هڪ اخباري خبر)

"خبر نه آهي ڇو؟ سنڌو ماتا اسان تي ايترو ڏمري آ. اسانجا اجها ڊاٺائين، گهر لٽيائين، پر اڃان به سڪ نه ٿي اچيس ۽ هاڻي اسانجي سورهيه سرويچ جي تربت ڏانهن وڌي آ."

"نه راڻي ڀيڻ، تون غلط ٿي سمجهين. سنڌو ماتا ته پنهنجي عيظم پٽ کي سيني سان لائڻ، ساهه ۾ سانڍڻ لاءِ

هلي آئـي آ. ڪيڏو نہ خوشنصيب آ رزاق شهيد جو سنڌو ماتا، پاڻ پنهنجي سر هن وٽ هلي پهتي آ.“

.... .... .... ....

## سونهري موقعو

”هي دڪان مان ڪوٽيون ڪٿائي ڪيڏانهن پيو وڃين؟“

”هيڏانهن هوڏانهن نهار، سنهڙو سرباٽ.

”گهر ۾.“

”گهر ۾؟! ڇو؟“

”هي ها“ ڊپيل ڪل جو آواز. ”صفا ڪو ڇسو آهين، پوڪـون پوڪون سـڀ لڙهي ويون آهن. آنَ جـو ملهہ ٽيندو مهانـگو سونهري موقعو آ، سونهري موقعو!“

.... .... .... ....

## امدادي ڪم

ڏيک هڪ ليڊيز ڪلب جو، سامان جو ڍڳ.... نينگريون، عورتون، ۽ ننڍا ننڍا پاڪيٽ بنائي رهيون آهن.

”ماچيس ۽ ڏاڍا سهڻا آهن. هـت ته شايد اهڙا ملندا به ڪونہ هوندا.“ عورت جو هٿ سندس پرس ۾ ويو ۽ خالي ٿي ٻاهر نڪتو.

”هي تازا تازا بسڪيٽ بامبي بيڪريءَ جا تا لـگن. ڪوناٿا ڇا ڇائن اهڙن بسڪوٽن مان انهن لاءِ ته ڊبل روٽيون، پاپا، ڳڙ ۽ پڪڙا ئي نيڪ آهن.“ سوچ....

”پپو پٽ هيڏانهن ته اچ.“

”جي امان“

”ويجهو ٿي“

”........“ سرباٽ پار جي ڪن ۾.

پار اٽيو ڪا شي قميص هيٺان لڪائيندو ٻاهر نڪري ويو.

.... .... .... ....

## قانون جو احترام

”هيءَ ٻيبي ڪيترن سالن جي آ؟“
”ٽن سادن ٽن سالن کن جي ٿيندي.“
”ٽڪيٽ ڪٽي اٿس؟“
”ٽڪيٽ اها ته مون ورتي ڪانهي.“
”ڪمال آ ٽن سادن سالن واري ٻار لاءِ ته ٽڪيٽ لازمي آهي.“
”ٻر ادي رهڻ کو جاءِ ٿورڙي والاري آ، ويچاري ٻيٺي آ يا وري منهن جي هنج ۾ ٿي ويهي.“
”ڪجهه ٻه هجي سادا چار روپيه مون کي ڏي ته ٽڪيٽ نا هيان.“
”مان ته ڪڏهن به نه ڏيان ننڍڙي ٻار لاءِ سادا چار روپيه؟“
”شرم نه ٿو اچئي، هڪ ته پنهنجي ملڪ جي قانون جو احترام نه ٿي ڪرين ۽ ٻيو رهندو به ڪاوڙ ٿي ڪرين حق تي اسان جي پاڪستاني قوم ٻين ڪان پٺتي آهي. ڪڍ سادا چار روپيه، نه ته پوليس واري کي ٿي سڏيان.“
”ادي ڪاوڙ نه ڪر، هوڏانهن هل ته ڏيانءِ ٿي.“
عورت اٿي.... ٻرس مان ڪجهه ڪڍي ٽڪيٽ چيڪرياڻيءَ جي مٺ ۾ وڌائين.
”هيءَ اٿي مٺائي“ مرڪيائين.
ٽڪيٽ چيڪرياڻي مرڪندي واپس هلي وئي.
”ڪيٽو ڏنئس؟“ ٻيءَ پڇيو
”ٻه روپيه.“

.... .... .... ....

## انجوائمنٽ

”ڏاڏي ٻوريت پٺي محسوس ٿئي ٿي ڇا ڪجي؟“
”ادا آءٌ ٻڌايانءِ“

”ها“

”ڪوبہ نمبر ڊائل ڪري ات ڳالهاءِ“

”اڙي ها سٺي ترڪيب ڏسيء۔“

”ڪنهن جو ڪيان؟ هوءِ تہ وري ساهيڙي آهي نہ نجمہ ان کی ٿو ڪٿي ڪيان۔“

”ها ها ڏاڍو مزو ايندو۔“

”هلو“

”نجمہ ڇا حال آهي؟“

”ڪمال آ سڄاڻن بہ ڪونہ ٿين جڏهن تہ آءٌ هر روز هر پل پيو توکي ياد ڪندو آهيان۔“

”هلو .... هلو۔“

”ڇا ٿيو؟“ هلڪا هلڪا ٽهڪ

”ڇا وري ڇاءِ فون رکي ڇڏيائين۔“

”بهرحال مزو ڏاڍو آيو۔“

”سوچيندي تہ ضرور هوندي تہ فون ڪنهنجو آ۔“

”ها“ مليل جليل ٽهڪ .... مستيءَ سان ڀرپور۔

ڪجهہ دير بعد۔

فون جي رنگ۔

”فون تہ کڻ۔“

”ها کڻان ٿي۔“

”هلو“

”اوهان کي ڪنهن سان ڳالهائڻو آ۔“

”........“

”ڪَٽ“ رسيور زور سان اڇلڻ۔

”ڪير؟ ڪير هو؟“

”خبر ناهي ڪير نياڻو هو؟“

”مون کي ان وقت فون ڏين ها تہ مزو چکا ئانس ها.... بي شرمن کي شرم نہ ٿو اچي ڪنهن کي تنگ ڪندي۔“

خار .... ڪاوڙ .... چڙ....

## منهنجي اڏئي

رستو.... موٽرن گاڏين جي پٺ پٺان....
پرسان ڳاڙهي رنگ واري سهڻي بلڊنگ.
"اڃان ڪونه آئي؟"
"اچي وينديءَ، ڪٿي ڇو ٿو ڪرين؟"
واچ جي ٽڪ ٽڪ .... آهستي آهستي.
"اڙي اچي وئي."
"اڃا نهاري به پئي هيڏانهن!"
"ها ڏس مرڪي به پئي...."
"اڙيءَ، وري واپس هلي وئي."
"الائي ڇو؟"
"اوهيو، وري واپس اچي وئي."
"هيٺ ڪجهه اڇلايائين به."
"پڪ مون لاءِ ڪو خط آ."
"نه يار ڪلهه سلام نه مون ڪيو هئو مانس."
ڊڪي ٿو .... اوڏانهن .... جهڪي ٿو.
ڪجهه کڻي ٿو....
"ڇا آهي؟ ڇا لکيو اٿئين."
"ڪ .... ڪ ڪجهه به نه." ڪياڙي کنهندي جواب
"مون کي به نه ڏيکار."
اوهه .... پان واري ڳاڙهي پڪ.
....          ....          ....          ....

## بدلو

خبر اٿئي مون ڏارين مان شادي ڪئي آ."
"ڇو"
"بدلو .... جڏهن اسانجا مرد ڏارين عورتن سان شادي
ڪري سگهن ٿا نه ڇا اسانکي حق ناهي."

## شادي

”ٻڌو آ تہ هن رئيس لطيف سان شادي ڪئي آ.“
”ها ....“
”پر هو تہ صفا پوڙهو آ.“
”پاڻ پوڙهو آ تہ ڇاهي سندس پئسو تہ جوان آ.“

....  ....  ....  ....

## ڪارو داغ

”ڇا پيو ڪرين.“
”خط پيو لکان.“
”ڪنهن کي؟“
”...... کي.“
”ڇو مائيٽائي اٿئي ڇا؟“
”خير گهر، الله پناهہ ڏيندو اهڙين مائٽياڻين کان جي لوڏيءَ جي لڄ ٽيون لڄائن.“
”پوءِ لکينس ڇا ٿو؟“
”يار لکانس ٿو تہ پنهنجا فوٽا ۽ نالا اخبارن ۾ ڇپرائڻ جو ايترو شوق اٿئي تہ مهرباني ڪري پنهنجي ذات مٽاءِ.“
”آخر ڇو؟“
”يار تون پاڻ ئي ويچار، اسانجي ذات واري ئي ڪري اخبارن ۽ رسالن ۾ ليک ڇپائي ۽ فوٽا ڏئي؟ اهو اسانجي ذات تي ڪارو داغ نہ آ تہ ڇا آهي.“

....  ....  ....  ....

## هاڻيءَ جا ڏند

”ادي اوهان اسان سان ڪم ڪري تہ ڏسو، سچ ٿا چئون اسان توهانجو هر طرح سان عزت ۽ احترام ڪنداسين.“

”چڱو جي اوهان چئو ٿا تہ آءٌ هر طرح سان اوهان سان سهڪار ڪنديس .... چڱو صبحاڻي ڪان ٿي اچي آءٌ اوهان سان آفيس ۾ ويهنديس .... هيئر آءٌ هلان پئي.“

”چڱو پيڻ مهرباني، صبحاڻي وري گڏ آهيون“.

ڇوڪريءَ جو وڃڻ

”تہ، نيٺ قابوءَ ۾ اچي وئي .... (اکـ دٻائيندي) هاڻي تہ اصل ٽڪ ٿي ڪونہ ٿيندو، ڪم ڪرڻ ۾ بہ ڏاڍو مزو ايندو (سيني تي ڌڪ هڻندي) هاءِ ظالم آهي تہ قهر .... فڪر تہ ڏسينس اصل پل ۾ ٿي لاهہ ڪيڏي ڇڏيائين .... اڳتي تہ پنهنجو الله حافظ آ.“

.... .... .... ....

”پيڻ هاڻي اوهانجو وارو... اوهان بہ ڪجهہ ٻڌايو.“

”ها .... ها .... هاڻي اوهانجو وارو.“

(نينگريءَ جو ڳائڻ)

”واهہ!.... واهہ جو ڳايو.“

”واقعي آواز تہ لا جواب اٿو.“

نينگريءَ جي پر پٺ

”شرم ٿي ڪونہ آيس ايترن مردن ۾ ڳائيندي.“

”ها ادا مردن ۾ ڳائڻ ڪو فضيلت آ.“

”بس بابا چوڏهين صدي آ چوڏهين صدي.“

”ها برابري ٿيون چاهن.“

”هي تہ ڳائڻ هئو .... نچڻ جو چئونس ها تہ نچي بہ ڏيکاري ها.



# ڏيڍ رپيو ۽ ڏِي پئسا

”چا زندگي آهي اسان جي به! صبح جو سادي ستين بجي گهر مان ٿو نڪرجي ته وري شام جو پوڻي ڇهين ٿو واپس اچجي. سچ پيو چئي رفيق ته اسين بئنڪن وارا گڏهه کان هڪ رتي به گهٽ نه آهيون. ڪم.... ڪم.... ڪم.“ مان ٽاهه جي ڳنڍ کوليندي پنهنجي موجوده زندگيءَ تي غور ڪري رهيو آهيان.

زينت هوندي آهي ته هن جي هڪ مرڪ سان ٿڪ ائين لهي ويندو آهي، جيئن سج جي تپش سان ماڪ. پر اڄڪلهه ته اها به ويل آهي، خبر نه آهي ڪڏهن واپس اچي؟

اجهو پر واري ٽاور جي ڪلاڪ ڇهن جو گهنڊ وڄايو، هي وقت هوندي به ڏاڍي بوريت جو هوندو آهي، وڌيڪ جو اڪيلائي، سو الائجي ڇا پيو لڳي. مان پيرن ۾ چپل پائي بالڪنيءَ ۾ ڪرسي وجهي اچي ويٺو آهيان.

اسان جي گهر جي سامهون هڪ مين روڊ آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان فٽ پاٿ آهي. ڪراچيءَ ۾ رش ته هوندي به جام آهي. الائي ڪيترن قسمن جون گاڏيون سامهون اچي وڃي رهيون آهن. ڪيترن ماڻهن جا ميڙ لڳا پيا هوندا آهن ۽ هر هڪ پنهنجي دنيا ۾ گم هوندو آهي.

اجهو سامهون ٻه ماڻهو لنگهي رهيا آهن. اڇا پائجاما، اڇا پهراڻ ۽ مٿي تي اڇيون ٽوپيون پيون اٿن. ٿي سگهي ٿو مسجد ڏانهن ويندا هجن.

ٻئي پاسي کان ڪجھ جوانڙيون اچي رهيون آهن. انهن
جا ٺهڪڙا فضا ۾ ائين اڏامي رهيا آهن، جهڙن گٽار تي انگلش
ڌن. هڪ نيري رنگ جي بيل باٽم ۾ ملبوس آهي ته ٻيءَ
کي وري سٽڻ تي ايئر لائينس جي مني شرٽ پيل آهي، ٽي
وري ڪڙتي پاجامي ۾ آهي ۽ چوٿينءَ کي شايد ساڙهي آهي.
انهن جي ميڪپ اپ مان ائين محسوس ٿي رهيو آهي، ڄڻڪ
ڪنهن فيشن شو ۾ شرڪت لاءِ وڃي رهيون هجن. پر نه،
روڊ جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ سنيما آهي ان ۾ انگلش پڪچر لڳل
آهي، تنهن کي ڏسڻ وڃي رهيون آهن. سامهون هڪ گدلو
ٿون ڏهن ورهين جو ڇوڪر، جنهنجي نڪ مان گونبو وهي
رهيو آهي ۽ هو انڪي قميص جي ڦاٽل پانهن سان بار بار
اگهي رهيو آهي، اڳتي وڌي ڇوڪرين جي سامهون هٿ
ڊگهيريائين، ڇوڪرين جي نگاهن ۾ نفرت ۽ ڌڪار جا آثار
ظاهر ٿيڻ لڳا. ساڙهي واريءَ جو سنهڙو ۽ سهڻو نڪ ائين ڇڀو
ٿي ويو، ڄڻڪ اهو گينگو اچي هن کي ٿو لڳي.

”ڪمائيندا ڪونه، باقي پنڻ تي زور!“ بيل باٽم واريءَ
منهن کي موڙيندي چيو ۽ اڳتي وڌي ويون. غريب ڇوڪر
انهن کي حسرت سان ڏسندو رهيو، جيئن چئي رهيو هجي
”رچرڊ برٽن لاءِ توهان پوڻا چار چار رپيا ڀريندو ۽ خدا جي
نالي تي هڪ پئسو به نٿا ڏيو!“

اجهو هڪ جوڙو انهيءَ غريب ڇوڪر جي اڳيان لنگهي
رهيو آهي. مرد جي هٿن ۾ هڪ سهڻي گاڏي آهي، جنهن ۾
هڪ سهڻو سڀاجهڙو نينگر ويٺل آهي ۽ جهڙو ”آسٽر ملڪ“ جو
اشتهار لڳي رهيو آهي. نينگر جي اڇن اڇن هٿن ۾ هڪ نپل
آهي، جا هو ڪڏهن وات ۾ وجهي ٿو ته ڪڏهن پيرن ۾
اٽڪائي ٿو. مرد سان گڏ جا عورت آهي سا شايد ان ٻچي
جي ماءُ آهي. ڇاڪاڻ ته هن جي سهڻين اکين مان مامتا جي
محبت جا ڪرڻا ڦٽي رهيا آهن. هوءَ پنهنجي پٽ جون حرڪتون

ڏسي مرڪي مڙس ڏانهن نهاري رهي آهي، جڻڪ هن کي پنهنجي عظمت ۽ اهڙي مڙي نينگر چڻڻ تي فخر هجي. مرد به ته ڏاڍي پيار سان ٻار ڏانهن نهاري رهيو آهي، آخر به ته هو هنجا والدين آهن.

”الله جي نالي تي!“ اهو پينو ڇوڪر هنن جي اڳيان اچي بيٺو.

”اڙي، پري ٿي ۽ ڇريءَ جا....“ مرد ڇڙٻ ڏئي هن ڇوڪر کي هٽائي ڇڏيو.

”ڪجهه ڏيوس نه!“ عورت کي ان غريب ڇوڪر جي حال تي رحم اچي ويو.

هونئن به عورتون مردن جي مقابلي ۾ وڌيڪ رحمدل هونديون آهن.

”ڇڏ بيگم، بيک ڏئي اسان ئي هنن کي ڪاربون ٿا. ڪم ڪار ڪن ته جيڪر الائي ڪيترو ڪمائن!“ پوءِ اهو مرد پنهنجي ڪيسي تي هٿ لائي خاطري ڪري رهيو آهي ته ڪٿي اهو سندس پٺون نه اڏائي ويو هجي.

ڇوڪر جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا. شايد صبح کان وٺي هن کي ڪجهه به نه مليو آهي.

مونکي ائين محسوس ٿي رهيو آهي، ڄڻ ته اهو گاڏڙي وارو ٻار، ستن اٺن سالن جو ٿي ويو آهي. هن جي ننڍڙي هٿن ۾ ڪتاب جي بئگ آهي. نيري بلو ڪار جي پتلون تي اڇي قميص ۽ ٽائي سان هيڪاري خوبصورت لڳي رهيو آهي. ماڻس پيار سان سندس ڳلن تي چمي ڏئي رهي آهي.

”ڇڱو ممي خدا حافظ!“ ننڍڙو ٻار پيءُ جي قدمن سان قدم ملائي اڳتي وڌي رهيو آهي.

”پٽ، ڪلهه وانگر جلد نه اچجانءِ. مان پاڻهي توکي اسڪول مان وٺڻ ايندس!“ ماڻس چيو.

”ها پٽ، اڪيلو نه اچجانءِ!“ پڻس به تاڪيد ڪندي چيو.

”پٽ، مانيءَ وارو ڏبو کنيو نه؟“ ماڻس پڇيو.
”جي ها، ممي!“ ننڍڙي منصور جواب ڏنو.
بوءِ هو پيءُ سان گڏ اسڪول هليو ويو ۽ ماڻس گهر جي ڪم ڪار ۾ مصروف ٿي ويئي.
”اڙي، هڪ ٿي ويو آهي ۽ اڃا منصور ڪي اچا اسڪول مان ونڃ نه وٺي آهيان!“ ماڻس اوچتو ٽائيم پيس ڏانهن ڏسندي رڙ ڪري چيو ۽ جلدي گهر ڪي ڪڙا ڪلف ڏئي اسڪول ڏانهن رواني ٿي.
”هتي ته منصور نظر ٿي نٿو اچي. اسڪول ۾ ته ڪو ٻار به ڪونهي، جنهن کان پڇان. شايد گهر پهتو هجي!“ هن اسڪول کي خالي ڏسي هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي دل ۾ سوچيو ۽ واپس گهر موٽي آئي.
گهر کي ته تالو لڳل آهي، ”متان مسز صديقيءَ جي گهر ويو هجي!“ هن وري سوچيندي دل ئي دل ۾ چيو.
”هتي به ڪونهي، شايد نديم سان گڏ ويو هجي!“ هوءَ صديقيءَ جي گهران مايوس ٿي نڪتي ۽ پنهنجي گهر اچي، نديم جي گهر فون ڪرڻ لڳي.
”جي، منصور هتي ڪونه آيو آهي!“ هنجي هٿ مان ڏري گهٽ فون ڪرڻ ٿي هو.
”آف، خدايا! هاڻ ڇا ڪريان؟“ هن جي اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. هن بيچين ٿي منصور جي پيءُ کي دفتر ڏانهن فون ڪئي.
ٿوري دير ۾ منصور جو پيءُ گهر پهچي ويو، ٻئي پريشان هئا ته هاڻي ڇا ڪجي. شام جا چار ٿي چڪا هئا، مگر منصور جو نڪو ڏس هو نڪو پتو. منصور جي ماءُ سخت پريشان هئي ۽ جگر ڏري رهيو هوس.
هو ڏانهن منصور هڪ اونداهي ڪوٺڙيءَ ۾ بيهوش پيو هو.
•

”ڏسوس، هوش آيس؟“ هڪ ٿلهي ۽ ٻي ٻولي آواز فضا ۾ ارتعاش پيدا ڪيو.

”نه استاد!“ هڪ ڳاڙهين اکين ۽ وڏين وڏين مڇن واري منصور کي اٿلائي پٿلائي جواب ڏنو.

”ڪجهه بصر سنگهرائي ڏسينس!“ استاد چيو.

”ها استاد، هائي هوش جا آثار نظر اچن ٿا!“ شاگرد جواب ڏنو.

ڪجهه دير ڪانپوءِ آواز آيو، ”ممي.... ممي!“ منصور اکيون کولي، چئني پاسن ڏانهن نهاريندي جهيڻي آواز ۾ پڪاريو.

”اڙي چپ ڪر مميءَ جا....“ هڪ چڙٻ جو آواز آيو.

منصور ٻڌي روئڻ شروع ڪيو.

”تڙاخ....“ اهو چماٽ جو آواز هو جيڪو منصور جي نازڪ ڳلن تي پيو، جنهن تي ماڻس پيار مان چميون ڏينديي هئي.

منصور وري بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن هڪ بدمعاش چيس ”پٽ، توکي هاڻي چورنگيءَ تي ويهڻو پوندو. جيڪي ماڻهو اتان لنگهن انهن کان خيرات گهرج ۽ خبردار اسانجي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو اٿئي!“

”نه نه، مان ڪونه ويندس. بابا چيو آهي ته پنڻ گهٽو خراب آهي!“ منصور درد ڀريل آواز ۾ چيو.

”چا چيوءِ، ڪونه ويندين؟“ اڙي جمع ڪٽي اچ ٽانڊا.

”مان ويندس.... مان ويندس....“ منصور جي خوبصورت اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا ۽ سڏڪا ڀرڻ لڳو. منصور کي ڪالهه واري سزا ياد اچي وئي، جڏهن سردار هن معصوم جي نازڪ هٿن تي ٻرندڙ ٽانڊا رکيا هئا.

پوءِ اهو منصور، مونکي سامهون سڙڪن تي ويندو نظر آيو.

”گهڻو ڪمايئه سچي ڏينهن ۾؟“ سردار سخت ۽ کهري آواز سان پڇيو.

”هي.... آهي!“ منصور جون ڏڪندڙ ٻانهون سردار ڏانهن وڌيون ۽ ان منهن ڪوليون.

”بس، ڏيڍ رپيو ۽ ٽي پئسا!“ سردار ڪاوڙجي ويو.

”زيپڪ.... تڙاخ.... چٽاخ....“ ۽ انهيءَ سان گڏ معصوم ٻار جي رڙين جا ڪجهه آواز اڀرڻ لڳا.



# ماسي عالمان

”اڄ صبح ماسي عالمان گذاري وئي.“

”ڇا؟“

”ها ٿورو اڳ جڏهن ٻچڙو منڊس گهر ويو ته ماسي عالمان مئل پئي هئي. ڪن ٿي چيو ته شايد رات جي پوئين پهر گذاري وئي.“ زينت مونکي سموري ڳالهه ٻڌائي.

”ها بيمار ته گهڻن ڏينهن کان هئي.“

”توبهن! الله شل اهڙو موت ڪنهن کي به نه ڏئي، گهٽ ۾ گهٽ اکين کي ته ڪو هٿ ڏيڻ وارو هجي!“، زينت جو انداز ڏکارو هئو.

ها ڏک به ڇو نه هجي ماسيءَ جي شخصيت ئي ڪجهه اهڙي هئي.

منهنجي اڳيان ماسيءَ جي شڪل ڦري آئي.

نبل نبل جسم.... اکين ۾ پيڙا جا پڙلاءُ.... منهن تي بيشمار گهنج جن ۾ خبر ناهي ته ڪيترن ڏکن ۽ دردن آکيرا بڻايا هئا.

ڪي ڇيلهه، جا شايد زندگيءَ جي بار سببان جهڪي وئي هئي. هٿ ۾ سهاري لاءِ لڪڻ. ها جڏهن ڪو پيو سهارو نه ملندو آهي ته انسان ان لڪڻ کي ئي پنهنجو سهارو بڻائيندو آهي. ڪيترو نه بهترين سهارو هو ماسي عالمان لاءِ.... وفادار.... سباجهو. جنهن جي آڌار تي ئي ماسي عالمان سڄي اوسي پاسي جو واءُ سماءُ لهندي هئي.

شل نہ کو بيمار ٿئي ماسي عالمان ٿي ان کي آرام ڏيڻ جي ڪوشش ۾ نظر ايندي ان لاءِ ڦڪيون ۽ نسخا گڏ گڏ ڪندي.

ڪٿي ڪو روسامو ٿيو تہ ماسي ٿي پرچاءُ ڪرڻ ۾ اڳ اڳ هوندي ــ چوي ”ابا گهر ڦٿائڻ ڪا چڱي ڳالهہ؟“

منهنجو تہ ننڍپڻ ماسيءَ جي گهر ۾ گذريو. اسانجي ويڙهي ڪان ٿورو ئي پريرو ماسيءَ جو گهر هوندو هئو. ماسي گهر ۾ اڪيلي هوندي هئي ڪڏهن ڪڏهن ڪو سندس پٽ رجب نظر ايندو هئو. نہ تہ خبر نہ آهي ڪٿي رهندو هئو.

مان ۽ زينت اتي وچي راند ڪندا هئاسين ۽ ماسي عالمان اسان کي ننڍڙيون ننڍڙيون پڪڙيون پوپريون ٺاهي ڏيندي هئي. ۽ پوءِ اسان گڏڙين جي شادي رچائيندا هئاسين پر وهانءُ ڪرڻ ڪانپوءِ گهٽو ڪري منهنجو ۽ زينت جو جهڳڙو ٿي پوندو هئو ۽ مان پنهنجي گڏيءَ کي رسائي اچي پيڪي ويهارينديهيس پر ماسي عالمان وچ ۾ پئجي ٺاهہ ڪرائي ڇڏيندي هئي ۽ گڏيءَ کي ساهري گهر موڪلڻ تي زور ڪندي هئي.

”نہ ماسي آءٌ پنهنجي گڏي کي ساهري کو نہ موڪليندي يس ــ“ آءٌ ضد ڪندي هيس.

”پٽ هوڏ نہ ڪر گڏي کي پنهنجي گهر موڪل ــ“ ماسي سمجهائيندي هئي.

”نہ ماسي منهنجي گڏي بي-اي پاس سا وچي گهر ۾ ٿانوَ ٻهاري ڪري؟“

”امي چا ٿي پيو جيڪڏهن گهر ۾ ڪم ڪيائين تہ ڪهڙي وڏي ڳالهہ، ۽ پوءِ ٻہ امان چوندا آهن تہ، ان جو منهن جنڊ ڏانهن سو نينگريون پلي ڪيترو بہ پڙهن پر وري بہ سندن منهن ساڳيو گهر ڏانهن آهي.“

”پر ماسي! آخر توهان مونکي ڪنوار کي ساهري گهر موڪلڻ تي ايترو زور ڇو ٿا ڪريو.“ ماسيءَ جي سمجهائڻ تي،

منجهي، اڪثر سوال ڪري ويهندي هئس- ۽ پوءِ ماسيءَ جي
چپن تي هڪ ڦڪي مرڪ اچي ويندي هئي.
”امان نياڻيءَ جو گهر ڦٽڻ ڪا چڱي ڳالهه؟“
”ڇو ماسي؟“
”امان اڄا ٻار آهين وڏي ٿيندئين ته پاڻهي خبر پوندئي-“
ماسي لاجواب ٿي جواب ڏيندي هئي ۽ مان منهن ٻيڙو ڪري
ڪنوار کي ساهري گهر موڪلي ڇڏيندي هئس.
وقت پنهنجي رفتار سان گذرڻ لڳو ۽ اسين چادرئون
ڍڪي گهر جي چوديواريءَ ۾ بند ٿي ويئون سين.
ماسي عالمان گهٽ ڪري اسان جي گهر ايندي هئي-
۽ هاڻي اسان جي بدران شانل ۽ زبيءَ کي گڏيون ٺاهي
ڏيندي هئي- جيتوڻيڪ نظر اڳي کان گهٽ ٿي وئي هئس پر
وري به ابتا سبتا ٽاڪا هڻي ڪم ڪڍي وجهندي هئي.
هڪ ڏينهن ماسي عالمان اسانجي گهر آئي- شانل ۽ زبي
پاڻ ۾ وڙهي رهيون هيون.
”امي ڇا ٿيو؟“ ماسيءَ پيار منجهان پڇيو.
”ماسي شانل منهنجي گڏي نٿي ڏئي-“ زبي ڪاوڙ ۽
شڪايت واري انداز ۾ چيو.
”ڇو شانل؟“
”ماسي ڏس نه هن پنهنجي گڏي منهنجي گڏي سان
پرڻائي آهي ۽ هاڻي ٿي چوي ته مان گڏيءَ کي ساهري نه
موڪليندس پر هاڻي ته گڏي منهنجي ٿي نه-“
”ها پٽ گڏي ته برابر تنهنجي ٿي پر هاڻي ڪٿي
ستاواڙي لاءِ ته ڪيس موڪل نه-“ ماسي سمجهائيندي چيو.
”نه ماسي زبي ٿي چوي ته اصل لاءِ ڪنوار موٽائي
ڏي.“ نه، اسان، هاڻي ته تو گڏي پرڻائي پوءِ وري ڪيئن
توٽ اصل لاءِ واپس اچي“ ماسي زبيءَ کي سمجهائڻ لڳي.
”پر ماسي گڏي ته هاڻي منهنجي ٿي نه.“

”نہ پٽ هائي تہ هوءَ پنهنجي ڳوٺ جي آهي- جيڪڏهن تو وٽ واپس آئي تہ پنهي جو گهر ڦٽي ويندو-“
”پوءِ ڇا ٿي ويو ماسي“
نہ امان اها ڪا چڱي ڳالهہ ٿورو ئي آهي تون ڪنوار ڪي ڪجهہ ڏينهن پاڻ وٽ گهراءِ پوءِ واپس موڪلي ڇڏ ۽ ها امان شاندل تون ڪنوار ڪي ستاوڙي لاءِ پيڪي موڪل ۽ پوءِ واپس آڻج-“ ماسي پنهي جو ڪيس نيڪال ڪندي فيصلو ٻڌايو- ۽ اٿي اچي اسان وٽ ويٺي.
”ماسي تون آخر ڪنوار ڪي ساهري موڪلڻ لاءِ ايترو زور ڇو ڪندي آهين؟“
ڪيترن سالن جو دٻيل سوال منهن جي ذهن جي پردن مان نڪري نروار ٿيو.
ماسيءَ ٿڌو ساهہ ڀريو ۽ هڪ ڦڪي مرڪ سندس چپن تي آئي- اکين مان نهايت لاچاري ۽ مجبوري بکڻ لڳي.
”امي خبر نہ آهي اهو سوال تو ڪيترا ڀيرا مونکان ڪيو هوندو. خير جيڪڏهن ايترو چاڻڻ جو شوق اٿئي تہ ٻڌ-“ ماسي کٽ تي پلٽ پيچي آرام سان ويهندي چيو.
”امان منهن جو پيءُ پنهن جي ڳوٺ جي زميندار جو ڪمدار هوندو هو، الله سائينءَ جو ڏنل سڀڪجهہ هوندو هو. سکيو ستابو گذر ٿيندو هو.... جيڪڏهن ڪا ڪمي هئس تہ رڳو اولاد جي، اچ ڏکهي پير تي پڙ باسيائين.... تہ صباڻي رکيل شاهہ تان مراد مڱيائين- مطلب تہ پيرن ۽ فقيرن جي دعائن سان مان ڄاوس- مائٽن منهن جي پرورش ڏاڍي لاڏڪوڏ سان ڪئي اصل کک پيچي پيٺو ڪرڻ نہ ڏيندا هيم- نيٺ وڏي اچي جوان ٿيس تيرنهن چوڏهن سالن جي عمر هئي- تہ مائٽن منهنجو پرڻو گل محمد سان جنبڌي پاڙي تي ڪيو. گل محمد انهن ڏينهن ۾...“ ماسيءَ ماضي جي ڳرن پردن کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.
”ها.... امي.... پانيان ٿي تہ هو انهن ڏينهن ۾ پوليس ۾ سپاهي هو ۽ مان سچو ڏينهن رڳو تيل قليل ڪري پئي پاڻ

سينگاريندي هيس. ها.... ڪو ڪم جو ڪونہ هيم. ٿوري وقت
ڪانپو الله سائين مونکي پٽ ڏنو. رجب کي بہ امان پاليندي
هئي مونکي تہ ڪيس ڪٿي بہ ڪونہ ايندو هو. پڻس تہ ڪيس
ڏسي ڏاڍو پيو ٺرندو هو ڇي پنهن جي پٽ کي وڪيل بنائيندس،
امان وقت مزي سان گذري رهيو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ هن
کي جمعدار ڪري ڳوٺ جان آباد ۾ رکيو ويو. هو تہ اوڏانهن
هليو ويو پر آءٌ پنهنجن مٽن وٽ هيس. مهيني ماسي پيو ايندو
هو ۽ اچي زور پريائين تہ "مونسان گڏ هل."
مان جو لاڏلي ڌيءَ سو مائٽ ڪٿي ٿا مونکي اڪيلو
ڇڏن، ڇي اڪيلي ڇوڪري ڪيئن وڃي پرديس ۾ رهندي.
پر مان بہ ضد تي چڙهيس ۽ گل محمد سان گڏجي جان آباد
۾ آيس.
انهن ڏينهن نندي وهي هئي عقل بہ گهٽو ڪونہ هئم
سو گهر ۾ ڪيئن ٿي رڌي پچائي سگهان. ٻاه ٻاريندي اکين
مان پاڻي وهڻ لڳندو هو. ماني پچائيندي هٿ ساڙي وجهندي
هئس. رجب کي وهنجارڻ بجاءِ ڪيرائي وجهندي هيس. نيٺ
آءٌ بہ اٽ ڪڪ ٿي پيس ۽ واپس اچي پيڪي ويس سنهنجن
مائٽن جو اڳ ئي نہ پئي مڃيو سي تہ هاڻي ڏاڍا خوش ٿيا.
هوڏانهن گل محمد اڪيلو رهڻ لڳو ۽ اچي زور وڌائين
تہ آءٌ بہ سائس هلان پر هاڻي آءٌ ڪٿي ٿي اهو مڃان. نيٺ
امان هو بہ ترقي ڪندو وڃي صوبيدار ٿيو ۽ حيدرآباد ۾ رهڻ
لڳو. اڳ جو مهيني پٺي ٿئي ايندو هو هاڻي تہ اهو بہ گهٽائي
ڇڏيائين. اڻ تڻ تہ ڏاڍي ٿيندي هئم پر ڪجهہ مائٽن جو ضد
ڪجهہ سنهنجي هوڏ مان اچا بہ گل محمد وٽ نہ آيس.
امان مان تہ چوان ڪڏهن بہ ڌيءَ کي ايترو قرب نہ
ڏجي. اهو هڪ مٺو زهر آهي جو آهستي آهستي وڃي ٿو پنهن
جو اثر ڏيکاري. پٽ ٿورو پاڻي نہ ڏجانءِ."
ماسي ڳالهائيندي ڳالهائيندي ٽڪجي پئي باڪل ائين
جيئن هڪ ٿرين تکو ڊ ڪندي ڊ ڪندي ٽڪجي پوندي آهي

۽ اسٽيشن تي وڃي پڄندي آهي.

”ها سو ڳالهه ڏسي ڪيم“ ماسيءَ پاڻي پي ٿڌو ساهه پريندي ڳالهه ٻيهر شروع ڪئي- حيدرآباد ۾ گل محمد جي پاڙي ۾ ڪي پناهگير رهندا هئا انهن جي هڪ ڌيءَ سان گل محمد جو رستو ٿي ويو. صوبيدار ماڻهو هو- پئسا جام سو امان انهن رنن کي نه اهڙا مڙس گهرجن نه، سو ان ڇوڪريءَ گل محمد کي ڦاسائي ان سان شادي ڪري ويهي رهي.

اڳ جو خرچ پکو موڪليندو هو هائي ته اهو به ڇڏي ڏنائين پر اچڻ وڃڻ به بند ڪري ڇڏيائين. مان روئي رڙي رت جو ڍڪ پري ويهي رهيس- امان چوندا آهن ته پنهنجي ڪئي جو نه ويچ نه طبيب سو پنهن جي پير تي پاڻهي جو ڪهاڙو هنيم ته هاڻي ڏوهه ڏيان به ته ڪنهن کي؟ منهنجن مٽن جو ئي ڏوهه هو- منهنجو ئي قصور هو. مان وڃي گهر وسايان ها ته شايد اهو ڪجهه نه ٿئي ها.

بهرحال امان رجب به ڇهن ورهين جو اچي ٿيو هو، اسڪول ۾ داخل ڪرايو مانس. پر امي وقت ته ڪو هڪ جهڙو ٿورو ئي ٿئي. منهنجو ماءُ پي به منهنجو ڪيترو ساٿ ڏين ها- اهي به مونکي اڪيلو ڇڏي لاڏاڻو ڪري ويا. جيڪا زمين هئي سا زميندار ٻئي هاريءَ کي ڏئي ڇڏي ۽ آءٌ هاڻي اڪيلي رهجي ويس دين دنيا ۾ پٽ ڪانسواءِ ڪي ڪين هئم.

ٿوپو ٿمگڙ ته اينده ڪونه هئم- باقي ٿاڻو ٻهاري ۽ ٿورو گهڻو ڪم امان جي بيماري ۾ سکيو هئم سو وڃي زميندار جي گهر بيٺس.

منهنجو سڄو ڏينهن ڪم ۾ اتي گذرندو هو ۽ هيڏانهن رجب ڪنن ڇوڪرن جي صحبت ۾ پئجي ڪري پيو. مونکي ايترو وقت نه هوندو هو جو سندس چڱي طرح سنڀال ڪري سگهان.

نيٺ امان مونکي خبر پئي تڏهن جڏهن رئيس بچل خان جي درخاست تي ڪيس سو ڏهين ۾ چالان ڪيو ويو.

۱۲ مهنا جيل ۾ رهڻ کانپوءِ ته هو وري چوريون ڪرڻ لڳو ۽ اڄ اسان ڏسين پئي ته منهنجا حال ۽ سندس افعال خبر نه آهي ڪٿ تو رهي ڪٿي تو وڃي.

”ماڻ جي ته ڪيس ذري به ڪٿي يا اونو ناهي“ ماسيءَ جو گلو ڏک سان پرجي ويو اکين مان نير وهڻ لڳا.

”چڱو اسان هاڻ آءٌ اٿان ٿي.“ ماسي پلئه سان اکيون اگهندي اٿي ۽ آءٌ ماسيءَ جي زندگيءَ تي غور ڪرڻ لڳيس.
وقت لنگهندو رهيو. هن مهيني کانپوءِ مون ٻڌو ته.
”رجب پنهنجي پيءُ کي قتل ڪري ڇڏيو.“
”ڇا هن؟!!“ مون حيرت وچان رڙ ڪئي.
”ڪلهه رات.“ ادا ظفر چيو.
”آخر ڳالهه ڇا تي سندس پيءُ هٿ پهتو ڪيئن؟“
”بس بس.... وڪيلن واري آڏي پڇا نه. ڪر ٻڌايانءِ ٿو.“ ادا ظفر منهنجي ڳالهه ڪٽيندي پنهن جي شروع ڪئي.
”ٿيو هيئن جو گل محمد ڪجهه ڏينهن اڳ ٻنين جي سنڀال لاءِ آيو هو ۽ اتي رجب به ڪيس مليو ۽ پنهنجي حصي جي ملڪيت گهريائين پر پٽس کاوڙجي ڪيس ملڪيت تان لا دعويٰ ڪري ڇڏيو جنهن تان ڪلهه سندس جهڳڙو ٿي پيو ۽ رات جو رجب کيس قتل ڪري سڌو ٿاڻي تي پهتو ۽ پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيائين ۽ چيائين پئي ته ”مائٽن منهنجي زندگي هوندئن ئي تباه ڪري ڇڏي؟ هن حياتي کان موت ڀلو آهي.“
ادا ظفر خاموش ٿي ويو.
۽ پوءِ ماسي عالمان هن صدمي جو ڏک جهلي نه سگهي ۽ دماغي توازن وڃائي ويٺي ۽ ڪجهه ڏينهن بيمار رهڻ کانپوءِ الله کي پياري ٿي وئي.



# پيو ور ڪنديس ڪين ڪي

فبروريءَ جو مهنو.... ٻلر جي ڀالوٽ.... ٿڌ معمول کان وڌيل.... امڙي ڏي سمي پنهنجي صفي ۾ نرم نرم سوڙ هيٺان ليٽل....

تن ۾ سردي .... من ۾ گرمي .... سردي گرمي.... گرمي سردي، پيڙجي پئي ٿي جذبن جي جنڊ ۾.... ۽ نتيجي ۾؟ ٻٽ ۾ اڻ لکو درد ۽ هلڪي پيڙا....

ڏکهي ٿي ڪر موڙي ٿي.... ڪن پل لاءِ.... شانتي.... پر سرديءَ جو احساس ڪانئس اهو سک ڦري وٺي ٿو، پيهر ڪروندڙي ٿي ليٽي ٿي.

”رات ٻه جهڙوڪر اينگهجندي پئي وڃي، منهنجي چمار جيان.... اڃهو ڪڪڙ دس هنيو.... اڃا ڀڙيون پهر مس لنگهيو آ.... جبل جيڏي رات جهاڳڻي اٿم.... هي درد ۽ پور ٻه ڪيڏا نه گيدي ٿين، ڏينهن جو ماڻهن جي ڀؤ کان لڪيو وڃن، رات جو هيڪلو ڏسي اچي ٿپائين.... هيءَ هيڪلائي، هيءَ پيڙا نه جاڻ ڪڏهن ختم ٿيندي....“ ٿڌو ساهه ڀري ٽنگون سڌيون ڪري پاسو ورايائين.... پر سيءَ جي لهر اٿين ڪرڻ کان جهليس ”سيءُ ٻه وڌندو پيو وڃي.“ سوڙ سان منهن ڪي ڍڪيائين. گهٽ....

سوڙ مڪ ٿان هٽائي هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين. سامهون پينگهو.... پر کان کٽ.... کٽ جي واڏڻ تي وبڙهيل هند.... ڪنڊ ۾ ڪاٺ جي ميز، جنهن تي لالٽين رکيل. لالٽين جي جهيڻي روشني، ماحول کي ويتر پئي پر اسرار بنائي.

پٽ تي.... رڪيل پينگهي جو پربت جيڏو پرانتو پاڇو....
"پاڇولا به ڪيترا نه روپ وٺيو اچيو انسان کي ڏڪائن....
ڏکن جا پاڇولا.... محرومين جا پاڇولا.
حياتيءَ جو هڪ ڏک .... جنهنجو پاڇو اچا تائين پيو
ڊچاريم. ڪيڏي نه بيوس ۽ لاچار ٿي ويندي آهيان ان اکيان...."
پاسو ورايائين.... نظر پينگهي ڏانهن کڄي ويس.
پاسيس ته پينگهي چُري پيو.... ڪو وجود ان تي ويٺل
ڏنائين جنهن جون چنگهون زمين سان لڳي هوريا هوريا
هلن پيون.
"اوهه...." هلڪو سيسرات.... "امان ....؟ .... نه نه ....
وهم اٿم، پر نه .... هيءَ نه اچي پئي مون ڏانهن .... اف ...."
"اهڙي چو؟.... ڊچي وٺينءَ؟ مون کان نه ڪڏهن به
ڪانه ڊنينءَ. پوءِ منهنجي پاڇي کان خوف چو؟"
"اَف...."" پَتو ۾ اکيون پوري ڇڏيائين.
پيهر اکيون کوليائين.
ڪاريءَ واري ڪک
شڪراني جو ساهه....
"توبهه! ڪيڏي نه گيدي آهيان.... اگ نه ايتري ڊچٽي
ڪانه هئس... الائي چا ٿي ويو اٿم."
نهار ڪيائين.... پينگهو... ڪٽ.... پئي خالي پئي ٻسا....
"هاءِ حياتي، ڪٽ ۽ پينگهو به توکان پلا.... ڪا عمر
نه ماٺين ٿا.... امان ۽ ابو به هليا ويا هيڪلو ڇڏي .... وڇي
انوءَ سان مليا- سکيا ٿيا.... پر مان اپاڳي اچا انهن کان ڏور
الائجي ڪڏهن پاڻ وٽ گهرائيندا.... آپگهات حرام نه هجي ها
ته ڪڏهوڪو وڃي انوءَ سان ملان ها! هاءِ انو! ايڏي ذکڙ
نه نه ڪرين ها وڃڻ جي.... تون نه سدائين پيو گڏ رهڻ جا
سنهه کائيند و هئينءَ .... پوءِ توکي چا ٿي ويو؟ .... ايتري جدائي
چو ڪيئه؟"
پاهر.... بوندن جي ٽم ٽم.... وڄ جو چمڪو.... گوڙ....

هوائن جو شور....

ڏکي سوڙ ۾ منهن لڪائيائين. پر.... گهٽ....؟

”اڃا نئين رات ڪٿي“.... بيزاري.... بيچيني.

جيون جا پنجيتاليهه ڏاڪا اڪري چڪي آهي.... جيون سندس پاند ۾ ڇا وڌو ڏک ۽ ڏوجهرا.... پر نه ڪي سک ۽ سوجهرا به جيڪي اندي جي لٽ جيان سندس سهارو آهن.

نالو سفوران اٿس.

”پنجويهه ورهيه به نه ساڳي رات هئي.... ساڳيو مهينو ساڳي مند.... پر اها رات نه جلد لنگهي وئي.. اها رات جا سموري حياتيءَ جي پونجي اٿم.... جڏهن اسان جو ميلو ٿيو هو.... ها.... سک جا پل هونئن به ننڊا ٿين.“ هٿ سوڙ کان ٻاهر ڪڍي آرس ڀڳائين. ڪنوڻ جو ڪجڪو.... گوڙ جو آواز....

’ڪيڏي نه گوڙ آ“.... ياد آيس اڄ کان پنجويهه سال اڳ واري گوڙ.... جڏهن پَـو َ کان انور جي وڪريءَ ڇاتيءَ ۾ منهن لڪائي ڇڏيو هٺائين. پر اڄ ته هيڪلي آهي ڪوبه ڪونهيس جو سيني سان لائيس.... نه انور.... نه انور جا ماءُ پيءُ.... هيڪلائيءَ جو احساس مَن کي ڪوريس ٿو.... سور جي احساس کي متاثر لاءِ خيالن جو ڪانٽو ٻئي پاسي موڙي ٿي.

ياد ڪري ٿي اهي سک، جيڪي سندس ٻاٽ اونداهي من کي ٽم ٽم ڪري جرڪائن پيا.

پنجويهه ٿيهه ورهيه اڳ.... اڄ کان ڪيتري نه مختلف هئي.... ڪارا واسينگ وار - پرپل بت.... سرير ۾ انوکي سگنڌ.... سون ورنو ڪٽڪاڏون رنگ....

هلندي هئي ته چئي گلڙن جي ٽاريءَ کي هوا ناز منجهان لوڏو ڏنو. بند ٿيل سپيءَ سمان نيڻ ڪٿي ڏسندي هئي ته چئي دل جو ڌڙڪو بند ٿيو....

ڳوٺ جي ڳڀرو جوانن جي دلين جي راڻي هئي. لنگهندي هئي ته نه چاڻ ڪيتريون دليون ڌڙڪو بند ڪري سندس وکن جا آواز ڳڻينديون هيون.

پر پاڻ سيني کان ڏور ۽ بي نياز.... اک ته ڪنهن تي پڌندي ڪانه هيس.

”اهو جمن وري پاڻ کي سمجهي ڇا ٿو.... سچو ڏينهن لياپن موڪلڻ ڪانسواءِ ڪو ڪم ئي ڪونهيس....“

”توبهه شفيع به بنهه واندو آ.... جڏهن ڏس تڏهن گس وٺيو بيٺو آ.“

ارڏي ۽ هٺيلي سفوران ڇاهيندي ڇا هئي؟.... خبر ته ڪيس به ڪانه هئي. اهڙن ئي جوانن ۽ البيلن جي انبوهه ۾ هڪ وار انور ڪيس نظر آيو.

”اهو وري ڪير آ.... نئون مهاندو پيو لڳي. وڏائي ته ڏسوس، مٿو اک به ڪونه ٿو کڻي“....

پهريون پيرو سندس سپنن ۾ ڪو مڙد آيو هو.... پر اهو مڙد پين کان ڪيترو نه عجيب هو.... اوسيئڙو ڪندي رهي سندس نهار جو، سندس ڇنڊ جو.... پر هو ته ڇڻ ڪو اهڙي مٽيءَ جو ٺهيل هو، جنهن تي ڪنهن شيءِ اثر ئي ڪونه ٿي ڪيو.

”آهي ماستر پر سمجهي الائي پاڻ کي ڇا ٿو؟“ سندس ارڏائيءَ کي ڇڻ ڪنهن ڌڪي وڌو هو.

۽ پوءِ هڪ اڻ لکي ڏور ۾ هن سان ٻڌجي وئي.

ڪڏهن ڪڏ ٿان لڪي ڪيس لياڪيا پائيندي هئي ته ڪڏهن سندس موتئي مهل، بي وقتا دلا ڌوئي پئي ڪيس جاچيندي هئي.

۽ هڪ اهڙي ئي ٿاڪ منجهند جو ماستر جي به ڏانهس اک کڄي وئي.... اک جو اک سان ملڻ.... نينهن جو ناتو ڳنڍيو جڻ.

اها هٺيلي جا اڄ تائين پين کي بيوس ڪندي هئي، اڄ پاڻ بيوس هئي. ماستر انور هٿان.

”سفوران تنهنجن مائٽن ته سڳ ڏيڻ کان نهڪار ڪئي، پر آءٌ سمجهان ٿو ته تون مون سان سچو قرب ٿي وندين.... ها نه؟“

”ها پر تون هي ڇا لاءِ پيو پڇين.“ سفوران سندس
اهڙي انداز کان خوفائجي ٿي وئي.
”تون منهنجي ڪري پنهنجن مائٽن کي ڇڏي نٿي سگهين“
انور جي آواز ۾ گنڀيرتا هئي.
”هي تون ڇا پيو چئين؟“ سفوران جو آواز ڏڪڻ لڳو.
”مون سان قرب اٿئي ته مون سان گڏ هل.“
”ڇا؟“ هوءَ وائڙي ٿي وئي.
ايڏي وڏي قدم لاءِ نه هن ويچاريو به ڪونه هو، پر
انور لاءِ نه جان به ڏئي ٿي سگهي.
”جيئن چوندين تيئن ڪنديس.“ هن آهستگيءَ سان
ڪنڌ نمائيندي ورائيو.
۽ پوءِ انهيءَ مهل جڳ جي نظرن کان لڪندي هوءَ
انور سان هلڻ لڳي.
جسم ۾ ڏڪ .... پيرن ۾ لڇون .... ساٿي ٿي ٿي ڪري.
”رات پير واري ڳوٺ ۾ ٽڪنداسين .... مون بندوبست
ڪرائي ڇڏيو آ .... پوءِ صبحائي ئي ڪورٽ ۾ هلي بيان ڏئي
شادي ڪنداسين.“
”اهو ته نيڪ آ، پر هاڻي مان وڌيڪ هلي نٿي سگهان“
سفوران سهڪندي وڻ هيٺان وهي رهي.
”ڏاهي آهين نه، ٿورو همت کان ڪم وٺ انور کيس
سيني سان لائي پير پائڻ لڳو.
۽ پوءِ رات جو هو پير واري ڳوٺ ۾ پهچي ويا.
انور جي دوست سليمان جي اوطاق هئي.
”توهان لاءِ سمورو بندوبست ڪرائي ڇڏيو اٿم“....
سليمان مٺي کان هيٺ تائين سفوران کي جاچيندي انور
کي چيو.
”بي اونا ٿي سمهي رهجو.... ڪو پتوپولو نه ڪجو....
سليمان مرڪي سفوران ڏانهن نهاريو.
”هار سال ناهوڪو ڪنيو اٿئي“.... سليمان اک پٽيندي

نگاه انور تي وڌي ۽ ٻاهر نڪري ويو.
رات گذرڻ لڳي. ڪنوڻ جي ڪڙڪن ۽ ڪڪرن جي گجگوڙن ۾....
فجو جي مهل هئي.
در تي ٺڪ ٺڪ ٿي.
"انو اچي ٿي ڪونه ويا".... سفوران خوف منجهان پيلي ٿي وئي.
"ڪڙڪي نه ڪر.... ٻاڻهي منهن ڏيندا سين."
"ڪير آ؟" انور پڇيو.
"سليمان آهيان."
انور اٿي در لاٿو. "چو يار خير ته آ نه؟"
"يار خير وري ڪهڙا.... سليمان ٿڪ ڏنو ـــ
"ڏس انور ـــ ٿر جو مال هيڪلو نه ڦٻايو آ ـــ پتي اسان جي به لڳي." اک پڇندي، ٻچ مهٽيندي سليمان، انور ڏانهن ڏٺو.
"زبان کي لغام ڏي سليمان" انور کي ڇڙ ٻاهه جو پنيٽ لڳو. پر هن وري به ضبط کان ڪم ورتو.
"غلط ڪونه ٿو چوان" ـــ سليمان اڳتي وڌي سفوران کي ٻانهن کان جهليو "اچ سفوران."
ٺڪاءُ ـــ چماٽ سليمان جي ڳل تي پئي.
"تنهنجي اها مجال." پستول سليمان جي ور مان نڪتو ۽ ٿي چار فائر ٿيا.
انور پٽ تي ڦٿڪي رهيو هو.
"انو" سفوران ليڇڙ لڳي ـــ ڦٿڪڻ لڳي ـــ
"هي ڇا ٿيو انو ـــ هي ڇا ٿيو." جهڪي رتي رت ۾ رڱيل انوءَ کي سيني سان لاتائين.
انوءَ هڪ وار ڪيس حسرت سان ڏٺو ۽ ڇڙ ڪجهه چوڻ چاهيندو هجي، پر سندس ڪنڌ هڪ پاسي ڍرڪي ويو.
"انو تون ته هميشه ٿي ٿو بي وفايون ڪرين" ـــ ڏسڪي

لڳي، ڏکون پري روئڻ لڳي.

”اٿ گهڻا ناز نہ ڪر.“ سليمان ڪيس وارن کان جهلي ڏ وندڙيو.

”هل.“

”هن کي ڇڏي آءٌ ڪيئن توسان هلان —“ روئندي سفوران وراڻيو.

”تو کي هلڻو تي پوندو.“ سليمان نرڙ تي گهنج وجهندي چيو.

اٿ جهٽ ڪر.“ سليمان ڪيس ٻانهن کان ڇڪيندي چيو.

هن هڪ وار انور کي ڏٺو.... انور جو هن ويل اگهور ۾ ستل هو — جهڪي پنهنجن ڇپن سان سندس پيشاني چهيائين. نيڻن جا نير بوندون بڻجي انور جي منهن تي ڪريا. پر انور کي تہ ڪاٻہ سڌ ڪانہ هئي. ڪيس تہ اها بہ خبر ڪانہ هئي تہ سندس پيار سندس لاءِ ڪيڏو نہ لڇي رهيو آ، ڪيڏو نہ ڦٿڪي رهيو آ.

”جهٽ ڪر اٿ.“ سليمان وري دڙڪو ڏنس.

نراسائيءَ واري هڪ نظر انور تي وڌائين. جهڪي پنهنجي ڇني سندس لاش تي وجهي، انور کي اٿين ڏنائين جيئن سندس مهانڊو پنهنجي من ۾ اصل لاءِ سانڍڻ چاهيندي هجي ۽ پوءِ هارايل جواريءَ جيان وکون کڻندي، پٺتي نهاريندي، ڳوڙها ڳاڙيندي، سليمان سان هلڻ لڳي.

”هن جيپ ۾ ويهہ — شهر هلنداسين.

چپ چاپ سليمان سان گڏ شهر ۾ آئي.

گوڙ ڪيڏو تہ پاڻهي سمجهين ٿي —“ سليمان ڪيس اک ڏيکاري، پر هن تي ڪنهن بہ ڳالهہ جو اثر ڪونہ هو —

پوءِ اوچتو — شهر ۾ سندس نظر پوليس سان ڀريل هڪ ٽرڪ تي پئي.

”جيئڻ ۾ هاڻ رکيو ئي ڇا آهي.“

”رب جي واسطي مون کي بچايو—“ سفوران رڙيون ڪرڻ لڳي.
”پاڇوڪڙ مات ڪر نہ تہ تعدي ڪندوسانهہ. سليمان وائڙو ٿي ڪيس دڙڪا ڏيڻ لڳو.
پر سندس رڙين ڪم ڏيکاريو.
۽ هينئر پاڻ پوليس جي هٿن ۾ هئي. ڪيس جي ڪارروائين ڏائين ڪيس دارالمان ۾ رکيو ويو.
۽ هڪ ڏينهن— ڪورٽ ۾ هن انور جي ماءُ-پيءُ کي ڏٺو. ضعيف— ڪمزور ۽ هيٺا— ٻنهي جي نہ ڇڻ ڏک جي بار سببان چيلهہ ڪبي ٿي وئي هئي.
”صفا انور جهڙو—“ اکين ۾ لڙڪ اچڻ لڳس.
”امان تون ٿي سفوران آهين—“ مائس اڳتي وڌي ڪيس ڇاتيءَ سان لاتو. سندس گهنجيل ڳٽن تان ڳوڙها وهندا سفوران جي جهوليءَ ۾ ڪريا ۽ سفوران کي ان هنج مان انور جي بوهہ اچڻ لڳي.
”امان هي ڪنگڻ انور جي ڪنوار لاءِ رکيا هئم— امان جو سهارو تہ اسان کان ڇڄي ويو— پوڙهي پنهنجي اجرڪ جي ميري پلاند جي ڳنڍ ڇوڙيندي ڪنگڻ ڪڍي سفوران کي ڏيندي چيو ۽ پنهنجو هٿ سندس مٿي تي رکيو.
هن پتل نيڻن سان ٻنهي کي ڏٺو ۽ پاڻ کي انهن اکيان تي محسوس ڪرڻ لڳي.
”ڪيڏي نہ بري آهيان آئون— سندن پٽ کي مارائڻ واري آئون ئي آهيان— ڪين بي سهارو ڪرڻ ۾ منهنجو ئي هٿ آهي.“ پنهنجو پاڻ کي ڏوهہ ڏيڻ لڳي.
مان ضرور ڪيس بدلو ڏيندس. انهيءَ ئي پل هن فيصلو ڪري ڇڏيو— ”آئون سندن سهارو بڻبيس.“
۽ پوءِ پنهنجن مائٽن ڏي وڃڻ بدران انورءَ جي مائٽن سان رهڻ لڳي. عورت بنجي نہ، پر مــرد بنجي— من جون سڀ سڌون ماري— من ۾ ڪا ڇٽنگ بہ دکندي هيس تہ

ڦوڪون ڏئي ان کي وسائي ڇڏيندي هئي .

جيون جا پنجتاليهه ڏاڪا اڪري چڪي آهي. انوءَ جا ماءُ ۽ پيءُ ٻ سندس ساٿ ڇڏي ويا— هاڻ هيڪلي آهي بلڪل هيڪلي— پر انوءَ جا ڪک ڇڏي ڪيئن اباڻي وڃي—

”سنڌ سنڌ ۾ پيو ن سو ر جون سٽو ن ايرنم—“ پاسو ورائي سڏي ٿي .

”نيٺ ٻور پچائيندي صبح ٿي ويو— اٿان، اٺي ڪم کي لڳان—“ سوڙ هٽائي، ڪر موڙي اٿي ٿي.



# اڏين ڇو ٿيندو آ؟

سلمه جو مک منهن جي گود ۾ آهي سندس لڙڪن جي گرمائش، منهنجو من به گرمائي رهي آ. سندس سڏڪا، هانو ۾ وڍ وجهي رهيا اٿم. سندس مٿي تي هٿ ڦيرائي کيس دلاسو ڏيڻ چاهيان ٿي پر زبان به چڻ ساٿ نه ٿي ڏيئي.

اوچتو پاسيم ٿو ته هڪ ڪوڙهو منهن جي ڳچي تي به نهي پيو پر اڳر سان کيس ساڳ تي رسڻ کان اڳ روڪي ٿي وٺان ڏيپ ٿو ٿيئم ته متان منهنجا ڳوڙها پسي ويتر نه دکي ٿي وڃي. ڪيئن کيس سمجهايان؟ ڪيئن کيس پرچايان؟ ڪجهه به نه ٿو سمجهيم. ڪجهه به نه.

آخر ڇوانس به ڪيئن؟ سندس ڏک به ته سمجهان ٿي. ظاهر آ، آخر ماءُ آهيانس.... پر اهڙيون حالتون. ساڳيون مون تي به ته گذريون. پر مون واريون حالتون مون وس هيون ۽ هنن حالتن تي ته سندس ڪوبه وس ڪونهي ڪوبه نه.

ڪاش آءُ پنهنجي ڌيءَ لاءِ ڪجهه ڪري سگهان! ڪاش! سندس پاند خوشين سان پري سگهان.

نڙيءَ ۾ ڄڻ ڪنڊا پيا چڀجنم. جهڪي سندس وارن تي پنهنجو منهن رکان ٿي ايئن جيئن سندس نرم وارن سان پنهنجي نڙيءَ جي درد تي ٽاڪور ڪندي هجان.

زبردست ڪوشش ڪري سندس مک مٿي ڪريان ٿي. سندس لڙڪ پنهنجي پاند ۾ پوئي کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيان ٿي.

”پٽ، هي حياتي ته آهي هڪ ڏاڍي، جنهن ۾ گل به آهن ته ڪنڊا به. جي گل ملن ته نيڪ آ، پر جي ڪنڊا ملن ته به ماڻهو پنهنجي دل نه رنجائي. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آ جو پنهنجو ڏوهه نه هوندي به سزا سهڻي پوندي آ.... تون صبر ڪر ڌيءُ.... صبر ڪر.... ڌڻي ضرور توکي بدلو ڏيندو.... چپ ڪر منهنجي بچڙي چپ.... ڪر.“ هانو ۾ ٻڙڇون پيون لڳنيم. چوڻ چاهيان ٿي پر هاڻي ته لفظ به ڄڻ ته ٿا اڪلنيم.

پر ۾ ٿي افضل کي ڏنل منڊي، سوٽ جو ڪپڙو ۽ موڙو سندس پيءُ جي اماڻيل خط سان رکيو آ.

مون ڪيڏي نه چاهه سان منڊي جوڙائي هئي. ڳاڙهو ننگ جنهن ۾ ڇڻ نينگر جا سڀ ارمان، سپنا جذبا ۽ احساس جڙيا هئم. ڪيڏو نه ڏيج هن لاءِ ٺاهيو هئم.

پر قسمت کي خبر نه آهي ڇا منظور آ. ٽڏو ساهه پريم. انور جي به اچڻ جو ٽائيم اچي ٿيو آ. خط ڏيکاريندي ماڻس ته ڪيڏو نه صدمو رسندس.

اسان ڌين وارا به ڪيڏا نه مجبور آهيون. ڌيون ڇڻ هٿ وڏايو ڪنڌ جهڪايو ڇڏن. الله سائين تون هن دور ۾ ڌيون پيدا نه ڪرين ها ته ڪيترو نه چڱو. ڪيترو نه چڱو. ڇڻ آهه نڪري ويم.

ڀهر پنهنجي نياڻيءَ ڏانهن ڏسان ٿي جهڪي سندس ڳل چمان ٿي، ”بس امان همت نه هار، آءٌ توکي افضل کان به سهڻو گهوٽ ڏيندس. ماٺ ڪر، شاباس.“ ڪيس پاڻي پيارڻ ٿي پر سندس سڪل چپن ۾ ڇڻ پاڻي پيئڻ جي به سگهه ڪانهي.

”اٿ چاڻ پٺهين آيو. ان اکيان روئندين ته وڌيڪ پريشان ٿيندو.... اٿ شاباس منهن جي امڙيءَ کي.“

ڪيس پرپائيندي سندس مڪ ڌوڻان ٿي ۽ ڪمري ۾ آڻيان ٿي. بستري تي ليٽائي سندس وارن ۾ آڱريون ڦيرايان ٿي.

مگٽي وارو دور به ته ڪيڏو نه سهڻو ۽ آدرشي دور

ٿئي ٿو. منهنجي خيال ۾ شايد عورت جو سڀ کان حسين دور اهو ئي آ. تصور ۾ هڪ ننڍڙي دنيا، جنهن ۾ سندس گهر. سندس ور، ڪيڏي نہ ارمانن سان ان گهر کي سينگاري ٿي هلڪو مستقبل جو خوشگوار پيو. خبر نہ آهي ڇا ٿيندو؟ پر جڏهن پريتم جي سهڻي صورت آڏو اچي تہ سڀ خوف ۽ وسوسا غائب ٿيو وڃن.

سلمہ بہ افضل کي ڪيڏو نہ پيائيندي آ. ڪيترو نہ. سندس هڪ فوٽو تہ شايد سندس آلبم ۾ بہ آ. ساهيڙيون جڏهن سندس ذالو وٺي کيس چيڙائينديون هيون تہ ڪيترو نہ لڄائيندي هئي.

اف هي نينگريون بہ ڪيتريون معصوم آهن. رڳو سندن ڳالهو ڪنهن سان وابستہ ٿئي، بس پوءِ تہ انهي جي ئي نالي جي مالا پيون جهپينديون. جيئن منهنجي سلمہ هئي. سڄو ڏينهن رڳو افضل جي ياد. ڪاش ڇوڪرن وارا مڱڻيون ٿوڙڻ کان اڳ سوچن تہ انهن نينگرين تي ڇا گذرندو هوندو جيڪي کين ئي سڀ ڪجهہ سمجهي پوڄينديون هونديون ڪاش کين ٿورو بہ احساس ٿئي!

پيهر اکين مان لڙڪ ڳا وهي اچنم. جيڪر وس پڄي تہ افضل جي پيرن تي بہ ڪري پوان، ۽ سمجهايان تہ منهنجي نياڻيءَ کي اوهان آخر ايتري سخت سزا ڇو پيا ڏيو؟ سندس سڄي حياتيءَ جو معاملو آهي — ۽ وري جڏهن پين ماڻهن کي ڄاڻ پوندي تہ مڱڻو ٽٽل آهيس تہ ڇا ويچاريندا؟ پڪ چوندا تہ نينگر ۾ ئي ڪو عيب آهي. اف منهنجي نياڻي! سڄي عمر لاءِ داغ لڳي ويس. ڪيس ڏسان ٿي. ننڍ اچي وٺي اٿس.

حورن کان وڌيڪ معصوم منهنجي سلمہ ڪيڏي نہ پياري پئي لڳي، هن کان وڌ ڪنوار ڇا افضل کي ملي سگهندي؟ ڪڏهن بہ نہ. هلڪو هلڪو ميءَ بہ پيو پوي ڪمبل اوڍائي کيس مٿي تي ڏيان. ڳڻن تان تان وهندڙ سنڌو

سگهي ويو اٿس.

اها ڄاڻ هجيم ها ته منهنجي اولاد سان ويندڙ ٿيندي ته ڪڏهن به انور سان شادي نه ڪيان ها.

پر انور بنا به رهي ڪونه ٿي سگهيس. ياد پيا اچن گذريل ڏينهن جڏهن بابا جن ساڳئي ڪارڻ ڪري هيءَ مڱڻي رد ڪئي هئي ته ڪيڏو نه رني هيس ۽ ڪاوڙ ۾ ننڊ جون گوريون به کئي ڪاڌيم، ۽ پوءِ منهنجي اها حالت ڏسي ڪئي بابا ها ڪئي ۽ آءٌ انور سان پرڻجي ويس.

ڪيڏي نه کهيلي هيس، پوءِ جي ته ڳڻتي ڪيان ها!

پوءِ جو ته سوچيم ئي ڪونه، هاڻي پئي پوڇيان. سون جهڙي ڏيءَ ٿي ڄريم. هن ويل ڇڻ انور سان سمورو قرب سلمه جي ڳوڙهن سان پيو ڏوبجيم.

اسان جو پيار ڪيترو نه مثالي آهي. دنيا ان تي رشڪ ڪندي آهي پر اولاد جي ڏک اڳيان ڇڻ هنجي ڪابه حيثيت ڪانهي.

پر.... پر، انور جو به ته ڪو ڏوهه ڪونهي. هو به ايترو معصوم آهي جيتري سلمه انور جي صورت اکين آڏو پئي ڦريم ۽ وري ڇڻ محسوس پئي ڪيان ته سندس پيار ڀيهر پيو دل ۾ جاڳيم.

اڇهو در جو ڪڙڪو ٿيو. شايد انور پيو اچي.

هاڻ ڪيس ڇا چوان؟ ڪيئن ڪيس خط ڏيکاريان ڪجهه سمجهه ۾ نه ٿو اچيم. ڪجهه به نه.

سلمه جي مڪ نان وڪريل چڳون هٿائي پاهر وڃان ٿي.

"انور به اچي ويو آهي شايد."

### انور

خبر نه آهي رضيه ۽ سلمه ڪٿي آهن، ۽ گهر ۾ هيءَ سانت ڇو لڳي پئي آهي. خدانخواسته ڇڻ ڪجهه ٿي ويو هجي.

رضيه اچي پئي سلمه جي ڪمري مان، پر سندس منهن ايترو هيڊائون ڇو آ. خدانخواسته رئوف کي ته ڪجهه ڪونه ٿيو؟

منهنجو ڏيان ڏورانهين ڏيهه ويل پٽ ڏانهن هليو ويو.

"ڇو رضيه خير نه آهي؟ هي تنهنجا ڳاڙها ڳاڙها نيڻ ٻڌائين پيا ته تون رنين هجين؟ ڇو، ڇا ڳالهه آ؟"

آءٌ سوال مٿان سوال پيو پڇان پر رضيه چپ آهي. ڪوبه جواب نه ٿي ڏئي.

هڪ لفافو مونڏانهن وڌائي ٿي ۽ سندس اکڙين جا ٻادل ڄڻ وري وسڻ جي تياري ڪندا هجن.

"ڇو ڇا ڳالهه آ رضيه؟" آءٌ ٻيهر پڇان ٿو.

"خط ڏسو،" رضيه نيڻ نمائيندي جواب ڏئي ٿي.

آءٌ بيٺي خط پڙهان ٿو....

.... .... ....

خط نه آهي ڄڻ ڪلورو فارم، جنهن جي آڏو اڃڻ سان ڦيري پئي اچيم. اکيون ٻيون پورجنم. زبردستي اکيون کولي ڏسان ٿو. سامهون رضيه آهي. جيتوڻيڪ چپ آ پر محسوس پيو ٿئيم ته سندس اکين ۾ شڪايت آ. ڏوراپو آ. ڄڻ هن سڄي ڳالهه جو ذميدار آءٌ آهيان. سلمه جو مڱڻو منهنجي ڪري ٽٽي ٽٽو آ. منهنجو ڪنڌ جهڪي وڃي ٿو، ائين پيو ڀاسيم ته ڄڻ ڏوهدار آءٌ پاڻ آهيان. پرسان آرام ڪرسي پئي اٿم، پنهنجي وجود کي ان تي اڇليان ٿو. رضيه جي شڪايتي نيڻن کان گهٻرائجي اکيون پوريان ٿو. ساڳي ئي مهل رضيه جو هٿ پنهنجي ڪلهي تي محسوس ڪريان ٿو.

"پاڻي ڏيانوَ،" سندس آواز.

"نه،" انڪار ڪري سندس هٿ هٽايان ٿو.

هون، نيٺ اڄ منهنجي سلمه به ساڳي ڏوهه جي حقدار ٿي. مون سمجهيو پئي ته زندگي جا قدر هاڻي بدلجي ويا آهن ۽ اسان جو سماج براڊ مائينڊيڊ ٿي ويو آ، پر نه. اڃا به اسان پراڻا خيال رکون ٿا، پر رئوف لاءِ ڪيترن ڄاڻن سڃاڻن پاڻ ڇورايو آ.

ڪاٿي پٺي اچي.... ڇوڪريءَ وارا آهيون نه. ان ڪري اسان جو ڏوهه وڏو ڪ پيو لڳي پر رئوف جي لاءِ ڪير ”نه“ ڪونه ڪندو. ظاهر آ F R C S جو ڪري ايندو؟ ڇوڪرو ته بس سئو ڪپي ۽ سٺي نوڪريءَ وارو. ڪمترو نه دور بدلجي ويو آ اڇوڪو. اڳ ڇوڪرين وارن جا ڳچ مٿي هوندا هئا پر هاڻي جهڪيل. آهه. ٿي نڪري وڃي غم ڪان. سلمه ڇا سوچيندي هوندي ته ڪٿي ڇاوس؟ ۽ ها رضيه به هاڻ ضرور پڇتائيندي هوندي، ته، ”اڇابو انور سان شادي ڪيم.“

گذريل پنجويهه سال پيا ياد اچن. ڪيئن نه ساڳي ڪارڻ ڪري رضيه جي مائٽن انڪار ڪيو پر رضيه جي ضد اڳيان سندن هڪ به نه هلي ۽ مجبور ٿي ويا.

پر رضيه ته مون سان پيار ڪندي هئي، سچو پيار. جنهنجي اڳيان پيون سڀ ڳالهيون تڇ هيون. هوءَ ته صرف مونسان ۽ صرف مونسان پيار ڪندي هئي.

۽ سلمه جو مڱڻو ته افضل جي مائٽن ڪيو ۽ افضل جي مائٽن ئي ٽوڙيو. جن ۾ نه افضل جا جذبا هئا نه احساس.

”خبر نه آهي سلمه ڪٿي آ.“ سوچيان ٿو ۽ سوال ڪيان ٿو اهو ڏسڻ بنا ته رضيه ات آهي يا نه؟

”ستي پئي آ.“ رضيه آهستگيءَ سان جواب ڏئي ٿي.

”ننڊ اچي ويس ڇا؟“

”ها.“ رضيه جواب ڏئي ٿي.

ڪهڙو منهن ڏيکاريندس سلمه کي ڪجهه، به سمجهه ۾ نه ٿو اچيم. هوءَ به ضرور مون کي ئي ڏوهاري سمجهندي. سندس اکين جي شڪايتي احساس کان ڪيئن پاڻ بچائيندس. ڪاش اهو احساس اڳ ٿئيم ها ته هي سوسائٽي مون کي پاڻ مکس اپ ڪري ڪانه سگهندي ته ڪڏهن به تعليم نه وٺان ها ۽ نه ئي هن دنيا ۾ اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪيان ها ۽ ڪوشش ڪري... ڪوشش ڪري ان ساڳي ئي طبقي ۾ هليو وڃان ها....

مون نہ اهو ٿي چاتو تہ منهنجو ماضي رڳو مان تائين
آهي پر هي تہ منهنجي اولاد کي بہ ٿو لوڙهي۔
کاش بابا تون امان کي پناهہ نہ ڏين ها. کيس اتي ئي
رهڻ ڏين ها. منهنجي نـڙي خشڪ ٿيندي پئي وڃي. اکين
جون ڪنڊون آليون پيون ٿينديون وڃن. چاهيان ٿو روئان پر
روئي بہ نہ ٿو سگهان مرد آهيان نہ ان ڪري.... ان ڪري
روئيندس تہ.... ماڻهو چا چوندا مرد ٿي روئي ٿو.
مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ چا ڪيان.... چا ڪيان؟
چاڻ سلمہ بہ جاڳي.
کيس ڳراٽڙي پائي سيني سان لائي ڪائنس معافي گهرندس
تہ ڏي؟ مون کي معاف ڪر ڏي؟ مون کي معاف ڪر.
مون تہ سمجهو هو تہ مونکي تنهنجي ماءُ جي پاند ۾
پناهہ ملي ويندي پر اهو سڀ نہ ٿيو. نہ ٿيو.
”اڙي، توهان تہ روئو پيا.“ رضيہ جو آواز پيو اچي
شايد پاڻي بند ٿوڙيندو پيو وهي.
آءٌ گهبرائجي اکيون کولي اگهان ٿو.... سامهون ئي
مرزا سعيد جو خط آهي.
محترم انور صاحب،
نهايت افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ نورچشم افضل
جو مڱڻو امان ٽوڙڻ ٿا چاهيون. معاف ڪجو اوهان کي تڪليف
ٿي. دراصل اسان کي اوهان جي ماضيءَ بابت ڪالہ چاڻ ڪانہ
هئي. منڊي، ڪپڙو ۽ پئسا پڻ واپس موڪليونٿا پيا.
والسلام،
مرزا سعيد احمد.
هون، چا تہ بي نيازي آ. ”تڪليف معاف ڪجو.“
من جي پيڙا وڌي ٿي وڃيم گهبراهٽ ۾ اٿي سلمہ جي ڪمري
ڏانهن وڃان ٿو.
رضيہ جهلي ٿي تہ متان کيس ننڊ مان اٿاريان. پر، آءٌ
تہ چڻ پاڳل ٿي پيو آهيان. ڪمري ۾ پهچان ٿو. ننڊ گهري

اٿس. پر وري ٻه اکين مان لڙڪ پيا نڪرينم جهڪي سند س پيشانيءَ
تي هٿ لايان ٿو ۽ پنهنجا چپ رکان ٿو. ٿڌي جهڙي برف.
اکين مان ڳوڙها ڪرن ٿا.

اڄهو .... جاڳي .... پئي .... اکيون کوليون اٿس.
ڪيڏي نه حيرانيءَ سان پئي اسان کي ڏسي. ڪيڏي نه
حيرانيءَ سان.

سلمي

خبر نه آهي ڇو اڄا افضل نه آيو آ. مريضن کان
واندڪائي ڪانه ٿي هوندس. توبهه ڊاڪٽرن جي به ڇا زندگي
آ. اڄا ڪو پروگرام مس ٺا هيندا سين ته مريض اچي ٽڪاءَ
ڪندا. ها، ته هليو ويندو اوڏانهن ۽ منهن جو موڊ آف. مريضن
کي به بنهه ان وقت تي بيماري ياد اچي، جڏهن ڪاڏي وڃڻ
جو پروگرام ٿو ٺهي. واچ ڏسان ٿي.... پورا ٽي.... اف يڪ....
ساڍا ٿو نڪرينم. سندس به خبر نه آهي ڪهڙو حال هوندو؟
صبح ڪيڏي نه چاهه مان پروگرام رٿيوسين: گهران ماني کائي
پوءِ هلنداسين پڪچر تي. فلم ڏسي سندس ٿي ڪنهن دوست
جي گهر هلنداسين، ۽ پوءِ ڪنهن چائنيز هوٽل مان کائي واپس
ورنداسين پر اهي پروگرام سدائين مريضن جي پيٽ چڙهيو وڃن.
خار به پئي اچيم. پلي اچي ڳالهائيندي مانس به ڪونه. شاديءَ
کانپوءِ اڄ پهريون ڀيرو آهي جو ڪاڏي نڪران پئي. پر اڄ
به آثار ته نه ٿا نظر اچنم.

اڄا يو سهي سنبري ويٺيس. ساڙهيءَ ڏانهن ڏسان ٿي.
گلابي رنگ جي وولي جارجٽ جي ساڙهي. جنهن تي بلو ڪلر
۾ پٽ جا گل. فرمائش ڪئي هئائين ته هيءَ ساڙهيءَ پائنجانءِ.
وڃي لاهي ٿي اڇان.... پر نه.... اڄا ٿورو انتظار ڪرڻ
گهرجي.

اٿي ڊرائنگ روم ۾ اچان ٿي.... انتظار جي بوريت کان
بچڻ لاءِ ڪنڊ ۾ رکيل ريڊيو گرام کولي رڪارڊ ٻڌان ٿي.
پيار جا گيت.... خوشين جا گيت.... هون، اڄ ته ڇڻ

هنن مان به مزو نڪري ويو آ.... ها اڪيلا ٽيپ ۾ گيتن جو ڪهڙو مزو؟ گيتن جو صحيح لطف ته ان ويل ايندو آ، جڏهن افضل هٽ صوفي تي ويٺو هجي ۽ آءٌ سندس پيرن وٽان هيٺ غاليچي تي. افضل جي هٽ ۾ Rothmans جو سگريٽ هوندو آ. سگريٽ ۽ Old Spice جي گڏيل خوشبو ۽ ان سان گڏ پريت جي گيتن جو جادو من کي مانڊو ڪري وجهندو آ، ۽ آءٌ بي خود ٿي پنهنجو سر سندس گوڏن تي لاڙي ڇڏيندي آهيان ۽ هو منهنجن وارن ۾ هٿڙا گهمائيندو ۽ سرهاڻ ۾ پريت جون ڳالهيون ڪندو آهي. ڪيڏو نه مزو ايندو آهي ان ويل. اصل زندگيءَ جو لطف ايندو آهي.

ريڊيو گرام بند ڪري بيڊ روم ڏانهن اچان ٿي. ڪپڙا به هاڻي بدلڻ گهرجن.... ڪپڙا بدلي بستري تي ران ٿي سامهون ڊريسنگ ٽيبل ڏانهن نظر وجهان ٿي وري پلنگ ڏانهن ڏسان ٿي.

ليٽيسٽ ڊيزائن جو سنڌي ڪم ڪيل فرنيچر.... امين جو ريڊيو ڪلر ڪارپيٽ جنهن تي ڪارا اسڪوائرس ڪيڏي نه خوش قسمت آهيان. آئيڊيل گهر ۽ آئيڊيل ور مليو اٿم.

امان ۽ بابا تي بي انتها پيار اچي ويم. ان سان گڏوگڏ رئوف تي به. ڪيڏو نه پيارو ڀاءُ آ. آمريڪا مان هر شي مون ڏي موڪلي اٿس. ڪنهن به شيءِ جي ڪمي ڪونهيم پاڻ تي ئي ڇڻ رشڪ اچي ويم.

گاڏيءَ جو آواز.... شايد اچي ويو.... پر نه گاڏي ته هلي وئي.... اڃا ڪونه آيو.... پيهر واچ ڏسان ٿي، ساڍا چار. ٽائيم جي احساس بک ۾ واڌارو آندو.

بک به پئي لڳيم، پر هن ڪانسواءِ ته گره به ڪونه اڪلندم. اڄ ته بلڪل ئي ڪونه ڳالهائيندي ساڻس ڀلي ڇا به ٿي پوي.

اجهو اچي ويو. گاڏيءَ جو هارن مخصوص انداز ۾ وڄايائين ڪجهه به ٿي پوي، اڄ بلڪل ڪونه ڳالهائيندي ساڻس. ڀلي منٿون ڪري ميڙ ڪري، ڏاڍو تنگ ڪيو اٿئين، سندس

هلڪ جو آواز. آءٌ اکيون پوري ٿي ٻڌان. ڀلي مون کي
ستل سمجهي.

آءٌ محسوس پئي ڪيان ته هو منهنجي مٿان جهڪيو.
سندس ساهه جي گرمي محسوس پئي ٿيم. پنهنجو هٿ منهنجي
پيشانيءَ تي رکيائين ۽ سندس چپن جي گرمي پڻ پنهن جي
پيشانيءَ تي محسوس ڪيان ٿي ان سان گڏ پاڻيءَ جا قطرا....
گهٻرائجي اکيون کوليان ٿي.

۽ مٿي ڏسان ٿي.

هي ڇا؟ هي ته ڪجهه به ڪونهي ساڳيو گهر. ساڳيو
ماحول امان بيٺي آ ۽ بابا منهن جي مٿان جهڪيل. اکين ۾
لڙڪ اٿس.

گذريل واقعو ياد پيو اچيم.... اکيون جهڪي ٿيون
وڃنم. بابا ته ائين پيو لڳي ڄڻ ڏوهاري هجي.

اف ٿوري دير اڳ ستل هجان ها. سپنن جو سنسار
ڪيترو نه سندر هو. ڪيترو نه حسين. ڪاش اڃا ننڊ ۾
هجان ها.

اٿي ويهي رهان ٿي بابا ڪڙانٽڙي پائي ڪجهه چوڻ چاهي
ٿو، پر چئي نه ٿو سگهي. اکر گهٽجي ويا اٿس. ۽ آءٌ به روئان
ٿي، دل ٿي چاهي ايترو روئان ايترو روئان جو سڀ ڏٺل سپنا
ڳوڙهن جي وهڪري ۾ لڙهي وڃن ۽ منهن جو من بلڪل
صاف شفاف آئيني جيان اجرو ٿي وڃي جنهن ۾ ٻئي ڪنهن
جي تصوير نه هجي. صرف منهنجي ۽ صرف منهنجي تصوير.

بابا به روئي پيو امان اچي ڪيس پاڻي پياري ٿي ۽ ٻئي
ڪمري ۾ وٺي وڃي ٿي آءٌ سوچيان پئي ته ڪاش ڏاڏي تون
پنهنجي ڇير ۽ طبلي واري دنيا ڇڏي ڏاڏا سان شادي نه ڪرين
ها! ڪاش تون سوچين ها ته تنهن جي ”گندي رت“ کي هي
”شريف سماج“ ڪنهن به صورت ۾ ڪونه قبوليندو ڪنهن به
صورت ۾ نه، ۽ اڄايو تنهن جو اولاد تڪليفن ۾ اچي ويندو.
ڪاش ڏاڏي تون سوچين ها!

# پرچن شال پنوهار

هڪ سندر ناري، چوڏس جي چانڊاڻ جيان— اکين ۾ خوشين جا ديپ— چپن تي مڌر گيت— جهونگاريندي— روبينه جي ڳايل ڪافي—

”ڍوليا مارو مون سان الا منهنجا پرچن شال پنوهار.“

ڪڏهن اڇي تي ڪپٽ ڏانهن— ڪڏهن وري ٿي بيگ ڏانهن. ڪڏهن ڪٽي تي چولو— ڪڏهن ويڙهي ٿي شلوار. اوچتو ڪمري ۾ هڪ نوجوان جو داخل ٿيڻ— نوجوان جي چپن تي مرڪ— اکين ۾ اٿاهه پيار— وڌندو اچي ٿو پير پير ۾ ڪڻندو، پبن ڀر هلندو— سندر ناريءَ ڏانهن— پنهنجا مضبوط هٿ ڪٺي سندس نيڻ ڍڪي ٿو.

ناريءَ جو چرڪ— پنهنجا مينديءَ رتڙا سهڻا هٿ، مضبوط هٿن مٿان گهمائڻ ۽ هٿن جي ڇهاءَ مان ڪجهه محسوس ڪري مرڪڻ ”اچي ويو؟— ايترو جلدي؟“

”ڇو اچڻ نه وڻيو ڇا؟“

”نه— نه ائين ته نه آهي“ سندر ناريءَ جو مضبوط ٻانهن ۾ جهومجي وڃڻ.

”پر— هي ڇا؟ ايڏي ڌوم ڌام سان آخر ڪٿان جي تياري آ.“

”اڄي ها— خوشخبري نه اوهان کي ٻڌائڻ وسري ويئي.“

”خوشخبري؟“

"ها ـــ ها."

سندر ناريءَ جو ٻانهن جي گهڙيءَ کي ٽوڙي ڪپڙن ڏانهن وڌي. هڪ لفافو آڻي نوجوان کي ڏنو.

"ڇا آهي؟"

"پڙهي ڏسو."

نوجوان جو خط پڙهڻ ـــ مک تي حيرت جون ريکائون ۽ فتح منديءَ جا نشان ـــ ٻچاڙيءَ ۾ فتحانه مرڪ. "جهڪي ويا نه." نوجوان جي آواز ۾ احساس، وڏائيءَ جو.

"ها ها ڪيئن نه. آخر ته ڌيءَ آهيان - اولاد جي ڪري ماٺهو جهڪندو نه ته ڇا ڪندو." ناريءَ جي لهجي ۾ نمرتا ۽ نهٺائي.

"ته پوءِ نيڪ آ، صبحاڻي ڏي مهل ۾ هلي وڃجانءِ پر يار ڏس! گهڻا ڏينهن نه لڳائجانءِ ـــ هت آفيس ۾ ڏي تو بنا مزو نه ٿو اچي ـــ اڌ مان پڪو پڪو ٿو اچان." نوجوان جو وري ڪيس پنهنجين ٻانهن ۾ جڪڙڻ.

اوهو جناب! پر اوهان ڪانسواءِ اڪيلو وڃي به ڪير ٿو." ناريءَ جا ماڻا. "مونکي به ته اوهان ڪانسواءِ مزو ڪونه ايندو."

"پر جان، منهنجي خيال ۾ منهنجو ايتري جلدي هلڻ مناسب به ڪونهي ۽ پوءِ موڪل به ڪونه ملندي. تنهنجيءَ خوشيءَ ۾ سڀ موڪلون اگهيئي هڙپ ڪري ويٺو آهيان."

نوجوان جو مرڪي جواب ڏيڻ.

"چڱو نيڪ آهي پر گهر ٽيليگرام ڏئي ڇڏجو."

"اوڪي جناب ـــ پيو حڪم."

جواب ۾ ناريءَ جا ننڍڙا ٽلين جهڙا ٽهڪ.

* * * *

## ماضيءَ جي اسٽيج

ڏيک پهريون:- پس منظر ۾ يونيورسٽيءَ جون بلند

عمارتون، ويڪرا رستا، سرنهن جا وڻ، سورميءَ جو اسٽيج تي
ظاهر ٿيڻ، نئين ماحول ڪري حيران پريشان ٿيڻ——

"پريشان نه ٿي فريده. ڪا به تڪليف ڪو به ڪم، مون
کي چئه آءٌ تنهنجو ڪلاس فيلو وحيد آهيان."

قد جو قداور، سانورو سلونو- اکين ۾ ذهانت جي چمڪ
ضدي ۽ هٺيلو—— هيءُ ڪهاڻيءَ جو سورمو وحيد آهي.

فريده کيس ڏٺو ۽ محسوس ڪيو ته هي روپ ڪو
سنڌس لاءِ نئون نه آهي. ذهن تي زور ڏنائين ته ياد اچي
ويس. هي ته ساڳيو هئو، سنڌس من مندر جو ديوتا. سنڌس
سپنن جو راجا. جنهن جي چرڻن ۾ پريت جا گل وکيري
پهرن جا پهر ويٺي سنڌس پوڄا ڪندي هئي.

هن هڪ نهار وحيد تي وڌي ۽ نظرون جهڪائي ڇڏيون
وحيد اڳتي وڌي سنڌس هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي ورتو. ڪڏهن
به نه ڇڏڻ لاءِ.

ٻنهي جو هڪ ٻئي سان پريت جو ناتو هو—— روح جو
بندڻ—— نينهن جو رشتو.

ڏيک ٻيو :-

ساڳيئي پس منظر ۾—— فريده پريشان، منهن تي سوچ
جون گهريون لڪيرون. هرهر هٿن کي مهٽيندي ڏيکاري ڏئي
ٿي. ۽ وحيد به ڪجهه گهٽ فڪرمند نظر نه پيو اچي. ڪجهه
چوڻ چاهي ٿو پر چئي اکر سات نه پيا ڏينس.

"فريده، مونکي رڳو تنهن جي سات جي ضرورت آ.
تون اگر سچي ٿين ته هي جبل به جهاڳي ويندا سين."

وحيد سنجيدگيءَ سان کيس سمجهائي رهيو آهي.

"پر وحيد اهو ڪيئن ٿيندو توکي خبر آهي ته بابا
ڪيترو نه سخت آ." فريده جي آواز ۾ خوف جو تاثر.

"بس، امتحان جو وقت آيو ته ڊجي وئينءَ." وحيد
جي لهجي ۾ طنز.

”نہ نہ وحيد ائين بلڪل نہ سمجھہ.“ فريده حراسجي وئي.
”نہ پوءِ ڇا سمجھان؟“ اسان پڙهيل ڳڙهيل آهيون.
قانون ۽ مذهب بہ اسان کي پنهنجيءَ مرضيءَ سان چونڊ
جو اختيار ڏين ٿا ۽ اهو بہ سوچ تہ اسان جي هن قدم سان
ممڪن آهي تہ اسانجي پراڻي خانداني دشمني اصل لاءِ ختم ٿي
وڃي.“ وحيد کيس سمجھائيندي چوي ٿو.
فريده چپ.
”اسانکي انقلابي ٿيڻو پوندو فريده.“ نوجوان جي
لهجي ۾ گنڀيرتا.
فريده اڃا بہ چپ.
”ڇو فريده، آخر سوچين ڇو نہ ٿين هي فضول قسم
جا جهيڙا ۽ جهڳڙا اسان کي ئي ختم ڪرڻا پوندا ۽ اسانکي
ئي ڪونہ ڪو ايڪشن کڻڻو پوندو.“
فريده جو اونهو ساهہ کڻي وحيد ڏانهن ڏسڻ ۽ ڏڪندڙ
هٿن سان سندس ٻانهن مضبوطيءَ سان جهلڻ.

## ڊيڪ ٽيون :-

هڪ ڪورٽ جو منظر جنهن ۾ فريده ۽ وحيد جو
سول مئرج ڪرڻ.

* * * *

اڄ سندن شاديءَ کي مهنو کن گذريو آهي. ۽ اڄ ئي
فريده جي پيءُ جو خط مليو آهي. صبحاڻي ئي هوءَ پنهنجي
ابا ڻي گهر ويندي. گهر تار اڳواٽ ئي موڪلي ڇڏي اٿئين.
اسٽيشن تي ڪونہ ڪو وٺڻ ايندس رات سموري پاسا ورائيندي،
اوسيڙي ۾ گذريس تي صبح ٿئي ٿو. تڙتڪڙ ۾ تيار ٿئي ٿي
وحيد کيس اسٽيشن تي ڇڏڻ اچي ٿو.
”اتي وڃي مونکي وساري نہ ڇڏجانءِ.“ آهستي هلندڙ

ٽرين، وقت وحيد مرڪندي ڪيس جلد اچڻ جي پارت ڪري ٿو.
هوءَ مرڪي ٿي.
گاڏي هلي ٿي پر- هيءَ ڪوڙهيءَ سوچ ۾ گم خيالن جا سلسلا، پاڻيءَ جي لهرن سمان سندس ذهن ۾ اچن وڃن ٿا. دل ۾ هڪ عجيب ڪيفيت محسوس ڪري ٿي، هڪ رمتي رمتي بي ڪيفي.... ۽ رمتي رمتي بيچيني.
”ڪيترو نه شرم ايندو بابا سان ملندي.... اجايو ايتري خواري ڪرائي مان.“ پنهنجي جوش تي ٿورو ٿورو پڇتاءُ به.
”خير جيڪو ٿيڻو هو سو ٿيو- قسمت جا معاملا آهن، انسان جي اختيار کان ٻاهر.“ من کي ڏڍ ڏيندي، سڄو بار قسمت تي ڌري ٿي.
”پر بابا به ته ائين نه ڪري ها نه.“ وري پاڻ کي جسٽيفاءِ ڪرڻ جي ڪوشش.
”پر خبر ناهي من ۾ هيءَ ڪيفيت ڇو پئي پيدا ٿئي— هانو ۾ رمتي رمتي چيڙ— ڪٿي گهڻي خوشيءَ ڪري ته نه— پر خوشي به ڇڻ ڪساري پئي لڳيم.“
اندر جي آڻ ٽڻ— بي چينيءَ جو احساس— شرم جي محسوسات— مائٽن کي فيس ڪرڻ جي سوچ— ڪجهه هراس—
گاڏي بيهي ٿي. خيالن جا سلسلا ٽٽن ٿا. برقعي جي پلئه مان ڪنهن کي ڳولي ٿي. سندس ننڍو ڀاءُ نظر اچي ٿو.
”فريد، اچي ويٺين— انتظار ته نه ڪرڻو پيئه.“ خوشيءَ وچان فريد سان ملڻ جي ڪوشش، پر فريد جو رخ بدليل—
”پاڻهي پن تن ڏينهن کانپوءِ ٺيڪ ٿي ويندو.“ سوچڻ.
”پيو ڪير ڪونه آيو آ؟“ پڇي ٿي.
”نه.“
جيپ ۾ سامان رکائي گهر اچي ٿي.
گهر جي چائنٺ ٽپي اندر ٿي ٿي— وايو منڊل ۾ خوف— ڏهڪاءُ—
سامهون پٽس— پاسن کان چاچا ۽ سوٽ.

”بابا“ هوءَ رڙ ڪري پاڪر پائڻ لاءِ اڳتي وڌي ني، پر......

هڪ گولي ڪيس اتي ئي ڪيرائي ني.

رت جو ڦوهارو سندس لونڊڙيءَ مان وهي نڪتو.

”بابا هي ڇا ڪيو؟“ لڇندي.... ڦٿڪندي سندس آواز ۾ پوءِ ٽٽندو ٿي.... بي جان ٿيڻ.

پٽس جو اڳتي وڌڻ — پنهنجن ڳوڙهن کي آڱر سان اگهي پٽڪڻ — ۽ جهڪي سندس ٽڏيءَ پيشانيءَ تي پنهنجا چپ رکڻ.

”هچا خانداني وقار خاطر ڪڏهن ائين به ڪرڻو پوندو آ.“ پٽڪي مٿي ٿيڻ.



# جيوت جي راند

اونهاري جي منجهند — تکي ۾ ساڙيندڙ آس جي راڪاس جي پيو ڪان سارو وايو منڊل سانت — بس ڪٽ ڪٽ پاڻيءَ جي ننڍڙن ڍنڍن جي پرم ۾ ننڍڙين جهرڪين جي ڇپ ڇپ يا رولاڪ ڪانون جي ڪان ڪان.

اهڙي ئي سمي هڪ ننڍڙي گهر جي ورانڊي ۾ پاسي کان رکيل هندوري ۾ منهن ويڙهيو ستي پئي آ — سندس پر ۾ ننڍڙو ٻالڪ هونگڙيون ڏيندو ڳڙڪندو اڏامندڙ مکين سان راند ۾ مشغول — مکيون ڪڏهن سندس ڳلن تي ويهن ٿيون ته ڪڏهن وات تي. ٻار پتڪڙا هٿ هلائي ڪڏهن کين جهلڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته ڪڏهن اڏائڻ جي.

اچانڪ ٻار جو روئڻ — ڳنڙيءَ جو ڇرڻ — مک تان ڳوري ڳوري ٻانهن ڪڍي ٻالڪ کي ڏسڻ ۾ اٿي ڪيس سيني سان لائڻ. ٻار جو چپ ٿيڻ.

زائفان جا نيڻ سجيل. مک تي ڳوڙهن جا ميرا ليڪا — اوچتو سندس اکڙين ۾ پيڙا وڌڻ — هيٺين چپ جو ڏندن ۾ اڻين پڪوڙجڻ جهڻ دل جو درد ڇپڻ ۾ پيئڻ جي ڪوشش ڪندي هجي.

سور جي سٽ اڀرڻ — ساڄي ٻانهن آڏو ڪري ڏونئرا ڏسڻ لڳي — نيرا نيرا ريش — وڌڻ لڳس دک جو احساس ويچارڻ لڳي. ”سنڌ سنڌ پيو سور ڪريم — لڳ لڳ پيو ڪاندارجيم — ماريو سمجهي ٿو ته ڇڻ حيوان آهيان — ڪيترو

نہ ڪٽيو اٿئين ــ ڪر هڪ ڏک سان پوري ٿيان تہ ڪيترو نہ چڱو، روز روز جي عذاب کان تہ نجات ملي.“
ڳٽن تي آيل نيرن کي رڱي جي پاند ۾ پوڻڻ لڳي.
انهيءَ ئي ويل سندس نگاهہ جو نںڍڙي تي پوڻ. اکين ۾ نفرت جا ڪرڙا ــ پر پوءِ پريت جو روپ.
”ڇا ٿي پيو جو پيءُ ٿي ويو؟ منهنجو بہ تہ پٽ آ ــ ڪيترو نہ ٿو وٺيم ــ“ پاسيري ٿي ٻار جي ڳٽي کي چمي.
”پر آهہ بہ تہ امان جي ڌيءَ آهيان. سندس پنهنجو ئي رت پوءِ بہ مونکي ڌڪاري ٿي ــ مونکان نفرت ٿي ڪري ــ ڪاش امان مون سان جئيون نہ ڪرين ها تہ هوند اهڙي اوجهڙ ۾ نہ پوان ها!“ مک تي پيهر ڏک جون لهرون.
”ائي امان ڇو جيئڻ جنجال ڪيئہ ڇو حياتي روهہ ڪيئي ــ آخر تہ تنهنجي ڌيءَ هيس ــ تنهنجو پنهنجو رت ــ ڏاڏيءَ کان تہ وڌيڪ تنهنجي پنهنجي هيس.“
من ئي من ۾ ماءُ کي ڏوراپو ــ پل لاءِ هٿ ڇنگهہ ڏانهن هليو ويس ــ جهڪي سٽڻ جو پاڇو مٿي ڪيائين. ڳاڙهو ڳاڙهو رهنڊ ــ ان مان ڏمندڙ رت ــ هٿ سان آهستي آهستي اگهڻ لڳي رهنڊ نںڍڙو ٿيڻ لڳو ڇنگهہ سسڻ لڳي. هينئر اها ٽنگ ٻارنهن سالن جي نںڍڙيءَ نينگر جي.
”من ڏوکي هيءُ ڏک ڪيئن لڳو؟“ گهنجيل مک واري هڪ ڏوڪريءَ جو سوال.
”ڏاڏي ــ امان ڇمٽو هنيو ــ“ نينگريءَ جو هيسيل جواب.
”ماٺهين؟“ ڏاڏيءَ جي آواز ۾ ڪاوڙ.
”ها.“ پوٽيءَ جي اکين ۾ لڙڪ.
”ڇو؟“
”سعيد، سان جهيڙو ٿي پيو نہ.“
”هونءَ پاڻهي ٿي وڃي پڇانس ــ ڏائڻ کي اوستائين سک نہ ايندو جيستائين ڇوڪريءَ کي قبر ۾ نہ اماڻيندي.“

ڇوڪريءَ جو ڪاوڙ ۾ اٿڻ ۽ پٺي صفي ڏانهن وڃڻ —
”اڻي ڪنوار ڇو نينگريءَ جي پليان پٺي آهين جڏهن ڏس ڏڪ — جڏهن ڏس چنبا — هاڻي ته ماڳهين هٺي ڇمڻي سان ڦٽي رکيو اٿيس.“
”ماسي ڪم ۾ ته اهڙا اٿس نه — هر وقت سعيده سان جهيڙو لايو وٺي آ — اصل ڪاري ڇڏيو اٿئي ڇوڪريءَ کي.“
”هان — هان ڏس ته ڇوي ڇا ٿي — ڪاريو وري اٿمانس مون — هروڀرو ڇو هٿ ڌوئي پٺيان پئي آهينس ڇڻ ته ڌيءَ ٿي منهنجي آ؟“
”هان هان ڏس ته ماڻي ڪلجڳ آ ڪلجڳ سڳيءَ ڌيءَ سان ڪٿي وير رکيو اٿئين.“
اونهو ساه ڪٿي ڳذريل دور مان موٽي.
”ها خبر نه آ ڇو ڪٿي وير رکيو هئائين. هاڻي ته ڏاڏي به مري وئي — پراڻا وقت ڳذري ويا پوءِ به مونسان نفرت ڪيتري نه دل گهرندي اٿم ته پاڪر پائي ملانس —“
پيهر نيٽڻ نير ناس —
”ڪيتري نه مجبور آهيان جو ڪجهه به ڪري نه ٿي سگهان — اڃا به چار ڏينهن اڳ سعيده به ڏٺم — پر ڏور ڪان، ويجهو وڃانس ها ته ڳالهائي به ڪونه ها — ها ڳالهائي به ڪيئن ها هن ته ماڳهين پيڻ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.“
ٺري آيس شهر جي ڪاليج وارو ميلاد — پاڻ به اوڏانهن وئي هئي ته من انهيءَ بهاني پيڻ کي ڏسي — گهٽو ٿي دل چيس ته پيڻ سان ملان پر من جي چور ويجهو وڃڻ کان جهليس ۽ انهيءَ ويرم پيڻ کي هڪ ٻيءَ عورت سان ڳالهائيندي ٻڌو هئائين. ”ڪير فريده — نه نه منهنجي ته ڪائي پيڻ فريده ڪانهي — اوهان ڀڪ ڀليون آهيو.“ ۽ انهيءَ ويرم ڪيس ڪوبه ڏک ڪونه ٿيو هئو، ڪابه چوٽ ڪانه رسي هئي — شايد پاسيائين پئي ته اڻين ٿي ٿيندو.

”ها ڪيئن ٻيهن چئي پنهنجي بي عزتي ڪرائي ها —
حق تي ته هئي — ڀڳل ۽ بدنام عورت — هروڀروءَ جو چنڊ و
پاڻ تي به هٿائي ها.“
چپ چاپ سوچن جي ساگر ۾ غرق ٿيڻ لڳي. ننڍڙي
فريده جڏهن پاڻ کي سانپر ۾ ڏٺو ته ڏاڏيءَ وٽ ٿي ڏٺو —
ڏاڏي کيس پياٽي پيارڻندي هئي — ڏاڏي ٿي سندس انگـل
ڪٽندي هئي — ڏاڏي ٿي کيس آکاڻيون ٻڌائيندي هئي.
سندس گهر ۾ هڪ ٻئي زالون به رهندي هئي. جا
سندس ماءُ هوندي هئي پر کيس ته ڏاڏي ٿي ماءُ لڳندي هئي.
فريده ۽ سعيده جاڙيون ڄايون هيون هڪ کي سنڀاليو ماءُ ته
ٻيءَ کي ڏاڏيءَ.
سعيده تنهن جي گـود ۾ پلجڻ لڳي ۽ فريده سندس
جي — شايد اهو ٿي ڪارڻ هو جو فريده، ماءُ کي ڏيءَ
بجاءِ نڻان سمان لڳندي هئي. ”پوڙهيءَ ته هروڀرو ڪٽي ڪاري
ڇڏيو اٿس.“ اڪثر ڪاوڙ منجهان ٻڙڪندي هئي.
فريده ۽ سعيده جو ڪوبه جهيڙو ٿيندو هئو ته بدر
سعيده جو ٿي پريندي هئي. ڇو ته ڌيءَ ٿي اها هجيس.
وقت بادشاهه شان سان وکون وڌائيندو ٿي رهيو. ويهه
سال اک ڇنڀ ۾ لتاڙجي ويا.
فريده جي ڏاڏي ۽ پيءُ ٻئي هيءُ جهان ڇڏي هليا ويا.
۽ فريده جوان هئي— حسين ۽ سوڀيا واري ته نه پر وڻندڙ ضرور
هئي —
”فريده.“ هڪ وار سندس سرتيءَ کيس سڏيو.
”جي؟“
”ٻڌو آ سيٺ ڪريم سان شادي پئي ڪرين؟“
”سيٺ ڪريم سان؟ شادي؟“ سندس آواز ۾ حيرت
هئي.
”ها پهرين زال اٿس ۽ پوڙهو آ ته ڇا ٿيو؟ پئسي وارو
ته آهي نه — سچي ڪٽنب کي ڪارايو ويٺو هونده.“ سندس

سرتيءَ ڪيس طنز مان چيو هئو.

”هنءَ آءٌ ٿي ڪريم سان پرڻجان؟—“ هن اٽل فيصلو ڪيو ۽ ماءُ کي صاف انڪار ڪيو هئائين، ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ سندس بدلي ٻئي شهر ٿي هئي—

ماءُ جو ضد— ڏيءَ جي هوڏ— ڇڪتاڻ— پريشاني—

انهن ئي ڏينهن ۾ مستفيض ڪيس ڏٺو. سندس سچيل ڳاڙهين اکين ۾ درد محسوس ڪيو— ۽ پوءِ پڇي ئي ورتو.

”پنهنجن ڏکن ۾ مونکي ڀائيوار نٿي بڻائي سگهين؟“

فريده لفظن جي روشنيءَ ۾ تي پنيلجي وئي. ۽ ڪيس محسوس ٿيو ته زندگيءَ لاءِ اهو اجهو ئي نيڪ رهندو ڪڪائون اَ ته چاهي؟ انهن مائرين کان ته بهتر آهي جيڪي قبرن تي اڏيل آهن— هوءَ آهستي آهستي مستفيض ڏانهن وڌڻ لڳي— ماڻس جهليو پيٽس روڪيو پر هوءَ نه مڙي— پهنجا ارمان— امنگ ڪچلي مستفيض جي ڪنوار بڻجي وئي— ڪنهبي وڳي بنا— ڳاڙهين چوڙين بنا— نه شاديءَ تي ڪنهن ڪيچ ڳاتا نه لاڏون لڏائين بس ٻئي ئي ٻئي— پنهه جي ڳولا ۾ سورڳو ئي اوجهڙ ۾ ڪري— مستفيض— ڪو لاٽ يا ننوڪر نه ڪين هئو هڪ پان ڪائو ڪلارڪ— جنهن کي رڳو ٻه سو پگهار ملندو هئو. هن کي ته سوني جهرڪي هٿ لڳي هئي.

”چار پنج سو ته پڪ ڪمائيندي هوندي هاڻي ته عيش ٿيو گهر جا ٻار به چڱي طرح پڙهي سگهندا.“

ٻه ٽي ڏينهن ڪو فريده سک ماڻيو مهينو گذريو—

”پگهار ملي هوندئي ڏي ته امان کي ڏيان.“ مستفيض سندس اڳيان هٿ جهليو بيٺو هئو.

”ڇا پيو چوين مستفيض اڇا ته اسانکي گهر ٺاهڻو آ.“ هوءَ وائڙي ٿي وئي.

”گهر ڇا جو؟“— هيئنر وري واڙي ۾ پيا رهن ڇا؟“

”منهنجو مطلب آهي پنهنجو گهر، هن گهر ۾ ته رڳو ٻه ڪوٺيون آهن ۽ هيڪاندا ماڻهو.“

"واهه پاڻ ته پڄي آئينءَ هاڻي منهنجي پٽ کي به مون
کان ڌار ڪندينءَ." هيءَ سسڻس هئي. "هل ڏي هل ٻچوڪڙ
جاڏي مرضي پوئي اوڏانهن وڃ ادا توسان ڪونه هلندو." هيءَ
نڻانس هئي.

ساهه ٻوساٽجڻ لڳس — روح زخمي ٿيڻ لڳس — پاڻ کي
سنڀاليندي ڪمري کان نڪتي روئڻ لڳي ڏڪون پئي —
"هاڻي ڇا ٿيندو؟" ويچارڻ لڳي — "هڪ ٻاهه مان
نڪري ٻيءَ ۾ جلڻو پيو." جلي پئي پڄري پئي —

اونهاري جي منڊ تکي ۽ ساڙيندڙ اس جي راڪاس جي
ٻَوَ کان سارو واڍو منڊل سانت ۽ اهڙي سمي ننڍڙي گهر
جي وراندي ۾ منهن ويڙهيو گنڊڙي ٿيو ليٽي پئي آ —



# ڏاڍو سو ڳاڀو

بس هلي رهي آهي. ڪاري ڪاري ڏامر جي روڊ تي
پيرن هيٺان چيپاٽيندي ـــ ٽڪڙيون ٽڪڙيون وکون پرينديون،
هاسٽل ڪان سپرهاءِوي تي وينديون، ڦاٽڪ کي پٺتي ڇڏينديون پل
کي آڳ ڏينديون، اڳتي جيل روڊ ڏانهن وڌي رهي هئي. هوٽل
مدد وي نواب شاهه ۽ ڪراچيءَ ڏانهن ايندڙ ويندڙ بسون، موٽرون،
گاڏيون. رش ـــ! گوڙ گهمسان ـــ!!

بس رش کي چيرينديون اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ۾ آهي.
پر اڳيان هڪ جيپ، جيپ ۾ تي چار ٿلها متارا نيمگر ـــ
اڳيان هڪ ٽانگو! جنهن ۾ مرضيل ٽانگي وارو ائين ڦاسي پيو
ته هڏين جو ڪو پڃرو هجي.

اچانڪ! جيپ جو هارون وڄيو ـــ! گهوڙي جو ٽاهه
ڪاٽي پٺتي اچڻ ـــ!! ”نه بابلا نه“! ٽانگي واري جو گهوڙي
کي ٿڦڪيون هڻڻ.

جيپ جو ٻيهر هارن هڻڻ.

گهوڙي جو ٻيهر ٽاهه ڪاٽي پٺتي ورڻ.

ٽانگي واري جو ٻيهر گهوڙي کي پرپائڻ.

پر گهوڙي جو نه مڙڻ.

اچا به پٺتي ورڻ.

”گڏهه جا پٽ جاءِ ڏي.“ جيپ ۾ ويٺل نوجوان جو
مڇ مروٽي رڙ ڪرڻ.

”ها سائين ها ـــ!“

پنهنجان رش جو وڏڻ.
بس جو ٽانگي جي پر مان لنگهڻ.
گهوڙي جو ٽاهه ڪائي ٽپ ڏيڻ.
”حرامي“ — سنڀال گهوڙي کي.“ جيپ ۾ ويٺل نوجوان
جو رڙ ڪري هڪل ڪرڻ.
”حاضر سائين.“ آواز هيسيل.
”پيڻ —— مڙي نه ٿو.“
نوجوان جو جيپ مان نڪرڻ.
هڪ ٽانگي واري جي هٿ مان چهبڪ ڦرڻ ۽ وار ڪرڻ.
”ڪچر جا ڦر. چئون به پيا ته گهوڙي کي سنڀال پر
مڙين نه ٿو“
ٺڪون—! ٻجا — !! گاريون—!!! ٺڦو!!!! نبل نبل ڪمزور
ٽانگي واري جو. ٿلهن متارن نينگرن کان مار کائڻ.
ماڻهن جو مجموعو — تماشبينن جو تماشو ڏسڻ — هر
ڪنهن جو پنهن جي راهه ڏانهن وڏڻ.
وقت جو ڦيرو ڦرڻ. !

* * * * * * *

## مڏهن جو پٽ

”ادي خوش آهين چاڪ چڱي ڀلي.“
”ها ادي رب جو شڪر آ.“
”گهڻي وقت کان پوءِ مليون آهيون.“
”هائو ادي جائي به.“
”تو واري نينگري به هاڻي وڏي ٿي هوندي؟“
”هائو ادي خير سان پرڻائي ڇڏيم.“
”ها ادي! رهي ڪٿي ٿي؟“
”ون سان ئي گڏ ٿي رهي.“

”توسان گڏ؟!“

”ها پيءُ ـــ الله ڏينهن ڏئيس ناڻي ڏاڍو سٺو اٿم. شاديءَ کان پوءِ ته رهي ٿي اسان وٽ ٿو. اسان جو ويچاري کي ڏاڍو خيال آ.“

”ها ادي چڱو ٿيو چڱو پلا پٽڙو ڪٿي اٿئي؟“

”اڙي پيءُ ڪهڙا توسان سور سليمان! پرڻايو ماٺس ته وچي ساهرن سان گڏ ٿيو. خبر نه آهي، سسڻس ڪهڙا تعويذ ڪٿي گهوٽي پياريا اٿس اصل گهر جو منهن ئي نه ٿو ڏسي. بس پيءُ نياڻيون پچو ئي ڪسي ويم.“ ڳوڙها اگهي.

* * * * * * *

# ڪبل ڦٽيءَ جا

”يار وڏا وار رکايا اٿئي ته ڦٽي به ته ڏينس نه.“!

”گهران ته ڦٽي ڏئي آيو هئوس پر هتي وار خراب ٿي ويا.“

”ٺيڪ آ ـــ پر هڪ ڦٽي ڪيسي ۾ به رکندو ڪر.“

”ها اهو ته ٺيڪ آ پر ـــ“

”پر چا؟“

هو ـــ مٿي مان ـــ (مٿو کنهندي) ڪري ٿيون پون.“

”ها ـــ ها“ (کل ڏهڪ) هن ۾ پريشانيءَ جي ڪهڙي ڳالهه آ. ننڍي ڦٽي نه! وڏي ڦٽي رکندو ڪر ـــ هي ڏس منهنجيءَ ڦٽيءَ جهڙي ـــ هن مان سپ لنگهي ويندريون آهن ٻاهر ڪونه ڪرنديون آهن.



# ارنيسٽو جي ماءُ

الائي ارنيسٽو کي خبر به پئي يا نه، ته هوءَ واپس آئي هئي- هوءَ واپس ڇو آئي؟ مون ڪڏهن به ان ڳالهه کي ڄاڻڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي هئي. البته اها حقيقت هئي، ته سندس اچڻ ڪانپوءِ جلد ئي ارنيسٽو، ”ٽالا“ ڏانهن هليو ويو هئو ۽ اسان ڪيس اونهاري ۾ هڪ يا ٻن ڀيرن ڪان وڌيڪ نه ڏٺو هئو. ۽ هونئن به سائس اڪيون ملائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو هئو، جيئن ئي ’جوليو‘ اهو خيال اسان جي ذهن ۾ وڌو هئو. جيتوڻيڪ جوليم جو اهو خيال، نهايت ئي عجيب، پريشان ڪندڙ، گندو ۽ شڪي ڪندڙ هئو ان ڪري نه، ته ڪو جوليم ڪو پاڪباز ۽ پارسا هئو، يا وري اسان ۾ پاڪائي ۽ پارسائيءَ جي ڪا به رمق ڪانه هئي، دراصل عمر جي هن دور ۾ پارسائيءَ جو ڪو به سوال نٿو اڀري. نيٺ اسان به ٻين وانگر ئي هئا سون، پر ان جي باوجود به اهو تصور پريشان ڪندڙ، غليظ پر وڏي ڳالهه ته پرڪشش هئو.

گهڻو وقت اڳ— ”الباما“ اڃا به ساڳيءَ جاءِ تي هئي. هاءِ-وي جي پر ۾ ڳوٺ جي ٻاهران، الباما هڪ بيضرر قسم جي هوٽل هئي. بي ضرر رڳو ڏينهن جي وقت ۾، ٻ-ر رات جي ٻارنهين وڳي ڪانپوءِ گهڻو ڪري ٻنهه نائيٽ ڪلب ۾ تبديل ٿي ويندي هئي. ٻر اها نائيٽ ڪلب بہ ان وقت بند ٿي وئي، جڏهن ”ٽرڪ“ فيصلو ڪيو ته مٿي ٻه ٽي ڪمرا ٺهرائي ان ۾ عورتون آڻيندو.

”هن هڪ عورت آندي آهي،“ هڪ وار جوليم اسان کي ٻڌايو.
”سچ!“
”ها.“
”پر ڪٿان آندي اٿس.“
جوليم پنهنجو پراسرار انداز اختيار ڪرڻ شروع ڪيو. اسان کي خبر هئي ته ڪيس ڪي مخصوص انداز، اکر ۽ رمزون آهن جيڪي ڪيس وڻندڙ بڻائيندڙ آهن. ۽ پوءِ هن پنهنجو آواز جهڪو ڪري پڇيو، ”هاڻي ارنيسٽو ڪٿي آهي؟“
”ڳوٺ ۾“ مون جواب ڏنو. ارنيسٽو اڪثر مهيني جا ڪجهه هفتا ٽالا جي ٻنيءَ تي گذاريندو هئو. هن اهو تڏهن کان ڪرڻ شروع ڪيو هئو جڏهن کان سندس پيءُ پنهنجيءَ زال جي چال چلت ڪري ڪيس واپس شهر اچڻ کان جهليو هئو.
”پر عورت جو ارنيسٽو سان ڪهڙو واسطو؟“ ذهن ۾ ايرندڙ سوال جوليم کان ڪيم.
جوليو سگريٽ دکايو — سندس چپن تي مرڪ هئي.
”توکي خبر آهي ته جيڪا عورت ٽڙڪ آندي آهي اها ڪير آهي؟“
”انيبال“ ۽ مون هڪ ٻئي ڏانهن ڏنو. پر ڪجهه ڪنهن به ڪونه. الائي ڇو مونکي ان وقت ارنيسٽو جي ماءُ ياد آئي. هوءَ چار سال اڳ ڳوٺن ۾ گهمندڙ ناٽڪ منڊليءَ وارن سان ڀڄي وئي هئي. ”واهيات، عورت“ منهنجيءَ ڏاڏيءَ چيو هئو. هوءَ نهايت خوبصورت هئي، سانوري ۽ پوري ٻني قد جي. مون کي ياد آهي هوءَ ڪا گهڻو پوڙهي به نه هئي اهاڻي ڪو ٽي چاليهارو ورهيه سندس عمر هوندي.
”اها وئيشيا ڪٿي سندس ماءُ نه هجي؟“ ماٽ جي مانداڻ ۾ جوليم اهو خيال اسانجي اکين اڳيان آندو يا ٽي سگهي ٿو، اسان اڳواٽ ٽي ان باري ۾ سوچي رهيا هئاسين

ايترو چئي جوليم چپ ٿي ويو هئو.

ڪنهن کي ڪهڙي خبر، ٿي سگهي ٿو، ارنيسٽو کي چاڻ پنجي وئي هجي، ڇاڪاڻ ته سڄي اونهاري ۾ اسان کيس هڪ يا ٻه ڀيرا ڏٺو هئو، پر سانس نظرون ملائڻ ڪافي ڏکيو لڳندو هئو. ۽ پوءِ چون ٿا ته سندس ٻيءَ سڀ ڪجهه وڪڻي ڇڏيو ۽ پوءِ انهن بابت ڪنهن به ڪجهه ٻيهر ڪو نه ٻڌو هئو.

”آخر شرم ڇا جو؟ هوءَ وينشا آهي ۽ الباما ۾ ڇهن مهينن کان پيشو ڪري رهي آهي ۽ جيستائين اسان انتظار ويهي ڪنداسين ته ترڪ ڪا ٻي مائي آئي تيستائين ته پوڙها ٿي مري وينداسين.“ ۽ پوءِ جوليم وڏيڪ چيو ته، ”اسان کي گهرجي ته ڪا ڪار هٿ ڪري اوڏانهن وڃون، کيس ڏوڪڙ ڏيون ۽ بس.

”پر جي توهان ۾ اوڏانهن وڃڻ جي همت نه هجي ته آءٌ ڪي گهٽ ڪانئر هٿ ڪري انهن سان اوڏي ويندس.“ انئيبال ۽ مان ڪڏهن به پاڻ کي، ڪانئس ڪانئر چورائڻ پسند نه ٿي ڪري سگهياسين.

”پر هوءَ سندس ماءُ آهي.“

”ڪهڙي قسم جي ماءُ؟ سوئر کي به ته ٻار هوندا آهن جن کي هو کائي ڇڏيندي آهي.“

”ٺيڪ آهي، پر اهو ته وبچار، ارنيسٽو اسانجي ننڍپڻ جو يار آهي.“

مون کين اهي ڏينهن ياد ڏياريا، جڏهن اسان گڏ کيڏندا هئاسين ۽ ان وقت مون کي ائين محسوس ٿيو ته چڻ ڪو زور زور سان اهي ساڳيا احساس مون کي ياد ڏياريندو هجي ٿي سگهجي ٿو اهو منهنجو اندر ئي هجي.

”ياد اٿئي هوءَ ڪهڙي هئي؟“

”ها اسان کي ياد آ .... سانوري ۽ پوري ٻني قد جي، جنهن ۾ ڪابه ماءُتا واري جهلڪ نه هئي.“

”اسان کان سواءِ اڌ ڪوٽ تہ ڪانئس اڳ ۾ ئي ٿي
اُبو آهي .... رکو اسان پيا بحث مباحثا ڪيون.“

اسان هڪ ٻيرو وري بحث ۾ اڙجي وياسين. پر اسان
جي گهٽي ڇڙ جو ڪارڻ، سندس واپسي ۽ بچڙائي هو. پر
رفتي رفتي هر شي سٽائي ٿي ٻئي ۽ اڄ آءٌ ويچاريان پيو تہ
ٿي سگهي ٿو هوءَ هڪ عام عورت هجي. جيتوڻيڪ سنجيدگيءَ
سان اتي وڃڻ لاءِ چوڻ، ڪجهہ خوفائتو پيو لڳي پر اندر ۾
اسان جوليم جي مدد ڪري رهيا هئاسين تہ هو وڌ ڪان وڌ
اسان کي قائل ڪري. چاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ شايد اسان مان
ڪنهن بہ هڪ جي ماءُ لاءِ، هڪ غلط، واهيات ۽ وحشيائي
ڪشش هئي.

.... .... .... ....

هڪ هفتي ڪان پوءِ جوليم مون کي ڪ ڏياري تہ هو
رات جو ڪار آڻيندو.

اڻنيبال ۽ مان ڏيڍيءَ ۾ بيهي سندس انتظار ڪرڻ
لڳاسين.

”ٿي سگهي ٿو ڊچي پڇي ويو هجي.“

”يا ڪار هٿ ڪري نہ سگهيو آهي.“

”مان سندس سڄي رات انتظار ڪري نہ ٿو سگهان،
هو جيڪڏهن ڏهن منٽن اندر هت نہ پهتو تہ آءٌ هليو ويندس.“
اڻنيبال جو آواز عجيب ۽ مختلف هئو.

”خبر ناهي هوءَ هينئر ڪهڙي هوندي؟“

”ڪير .... هن جي .... هوءَ عورت؟“

هو گهٽو ڪري ”هن جي ماءُ“ چوندو هئو، پر هن
ٻيري مون ڏانهنس ڏٺو، هن ’هوءَ عورت‘ چيو هئو. انتظار ۽
اوسيئڙي جا ڏهہ منٽ ڪافي ڊگها ٿيندا آهن. ان وقت اسان
انهن ڏينهن کي سارڻ شروع ڪيو جڏهن اسان ارنيسٽو سان

گڏ ڪيڏندا هئا سين ۽ اها سانوري ۽ پوري پني قد واري عورت، اسان کي کير ۽ بسڪوٽ کائڻ لاءِ ڏيندي هئي.

”يار ڏاڍي خراب ڳالهه آهي.“

”تون ڪاوڙ ۾ آهين؟“ مون پڇيو.

”نه يار ڪاوڙ ۾ ته نه، پر هڪ ٻي به ڳالهه آهي.“

آءٌ ڏکي ويس.

”ڏس، سيني کي مائرون آهن — ۽ سيني کي اولاد به آهي.“

”پر ضرور ناهي ته سيني سان ائين ٿئي.“

”پر اسان ارنيسٽو کي سڃاڻون ٿا.“

”اهو ته ٺيڪ آهي، پر خراب ڳالهه اها آهي ته هوءَ اسان کي سڃاڻي.“

خبر ناهي ڇو مون کي اهو احساس ٿيڻ لڳو ته جڏهن به هوءَ اسان مان ڪنهن ڏي نهاريندي ته ڪانه ڪا ڳالهه ضرور ٿيندي.

ائينبال هاڻي خوفزده ٿي لڳو ۽ هن پڇيو ”جيڪڏهن هوءَ اسان کي ٻاهر ڪڍي ڇڏي ته؟“

مان ڪيس جواب ڏيڻ ٿي ويس ته منهنجي پيٽ ۾ وٽ پوڻ لڳا ۽ هيٺ گهٽيءَ مان ڪار جو آواز اچڻ لڳو.

”شايد جوليم آهي“ اسان ٻنهي هڪ آواز سان چيو.

ڪار طوفاني انداز ۾ موڙ ڪاڏو. ڪار سان لاڳو هر شي جو انداز طوفاني هئو. تيز روشني هارن، اگزهاسٽر.

گاڏيءَ زور سان اڇل ڪاڏي ۽ جيڪا شراب جي بوتل جوليم ساڻ آندي هئي سان لوڏي سان مٿي اڇلجي آئي.

”اها مون، اسان واري پوڙهي ڪان چورائي آندي آهي.“ سندس اکيون چمڪڻ لڳيون، گهٽي خشڪيءَ ڪانپوءِ اسانجون اکيون پڻ چمڪڻ لڳيون. اسان هيٺ پاپولر گهٽيءَ ڏي وڌيا سين جيڪا ريلوي ڪراسنگ ڏانهن ٿي ويئي. جڏهن اسان پار هئاسين ته سندس اکيون پڻ چمڪنديون هيون. يا ٿي سگهي ٿو ته

اهي هونئر مون کي چمڪندڙ محسوس ٿي رهيون هجن هوءَ شوخ ميڪ اپ ڪندي هئي خاص طرح سان سرخي گهٽي هڻندي هئي.

”ياد اٿئي، هوءَ سگريٽ پيئندي هئي.“

اسان سڀ ساڳيءَ شيءِ جي باري ۾ ويچاري رهيا هئاسين چاڪاڻ تہ مون ائين نہ چيو هئو. ائينبال چيو هئو. مون جيڪي چيو هئو، ”ها اهو ياد اٿم.“

”ڪيتري دير ۾ اسان اتي پهچنداسين؟“

”ڏهن منٽن ۾.“

۽ ڏهہ منٽ وري وڏي ويا هئا. پر هاڻي سندن وڏڻ ۾ئي نموني جو هئو. خبر ناهي ڇو. ٿي سگهي ٿو تہ مان ياد ڪري رهيو هجان يا اسان سڀ ياد ڪري رهيا هجون. اها اونهاري جي مند جي شام، جڏهن هوءَ فرش ڏوئي رهي هئي. ۽ جڏهن هوءَ هيٺ جهڪي هئي تہ سندس چولي جي گچي ۾ئ هيٺ لڙڪي پئي هئي ۽ سندس جسم تجلا ڏيندو نظر آيو هئو. ۽ ان وقت اسان هڪ ٻئي جو ڏيان ڇڪرايو هئو.

جوليم ڪار جي رفتار تيز ڪري ڇڏي.

”اها بہ هڪ تعدي آهي“ ائنيبال اڃا بہ پاڻ کي قائل ڪري رهيو هئو.

”اڄ پاڻهي ڪيس سيڪت ملندي، ڪتي ڪنهن جاءِ جي.“

”ڇاجي سيڪت؟ ڪهڙي سيڪت؟ هرو ڀرو پيو ٻاراٽي ڪرين.“ اهو مان پاڻ هئس جيڪو فحاشيءَ منجهان نڪري نروار ٿيو هئس.

اسان تنهي ٺهڪ ڏنا ۽ جوليم رفتار اڃا وڌيڪ تيز ڪري ڇڏي.

”جيڪڏهن هوءَ اسان کي ٻاهر ڪڍي ڇڏي تہ؟“

”گڏهہ نہ ٿي، جنهن بہ وقت هوءَ خار ۾ آئي تہ ترڪ کي سندس گراهڪن سان غلط رويي جي ڏانهن ڏيٺي ڪيس

جهنم رسيد ڪرائي، سندس ڪاروبار بند ڪرائي ڇڏيندا سين.“

ان وقت به بار ۾ گهڻا ماڻهو نه هئا.... ڪجهه سفري ايجنٽ.... ٻه ٽي ترڪ ڊرائيور.... پر شهر منجهان ڪوئي ڪونه هئو خبر ناهي ڇو انهيءَ ڳالهه مون کي بي ڊپو بنائي ڇڏيو هئو. مون ننڍڙي پوري ڇوڪريءَ کي اک جو اشارو ڪيو جا دخل جي پنيان بيٺي هئي. ۽ ساڳئي وقت جوليم، ترڪ سان ڳالهائڻ لڳو. پوءِ ترڪ ڪجهه منٽن لاءِ اسان کي جاچيو. ائنيبال جي پوريءَ نهار سان، مون ڏٺو ته هو به پاڻ کي بهادر محسوس ڪري رهيو هئو.

ترڪ، ننڍڙي پوريءَ ڇوڪريءَ کي چيو ته ”هنن کي مٽي وٺي وڃ.“

ننڍڙي پوري ڇوڪري ڏاڪڻ تي ٻرانگهون پرڻ لڳي ۽ مون کي سندس ٽنگون به ياد آهن. ۽ ٻرانگهن پرڻ وقت سندس پولهه جي لوڏ به ياد آهي ۽ مون کي اهو به ياد آهي، ته ان وقت مون کي بازاري جملا چيا هئا، جنهن جي جواب ۾ ڇوڪريءَ به اهڙو ئي جواب ڏنو هئو. (شايد ان ڪري جو اسان ڪار ۾ براندي واپرائي هئي ۽ بار ۾ جن) جيڪو اسان کي عجيب لڳو هئو. ان ڪان پوءِ اسان هڪ ڪمري ۾ آياسين، جو هڪ صاف سٿرو، غير ذاتي ۽ عام ڪمرو هئو. جت هڪ ننڍڙي ميز پيل هئي. ائين ئي لڳو ته ڄڻ ڪنهن ڏندن جي ڊاڪٽر جو ويٽنگ روم هجي، مون کي لڳو هو ته ڪٿي اسان ڏند ڪيرائڻ ته نه آيا هئاسين ۽ اها ڳالهه مون ٻين کي به ٻڌائي. ”شايد اسان ڏند ڪيرائڻ لاءِ آيا هجون.“

اسان کل روڪي نه سگهياسين پر ڪوشش ڪئي سين ته آواز نه نڪري، تنهن ڪري هر ڳالهه سرٻاٽ ۾ ٿي ڪئي سين.

”لڳي ائين ٿو ڄڻ ديول ۾ آيا هجون“. جوليم چيو، ۽ اسان ويچارڻ لڳاسين ته ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي،

جيتوڻيڪ ڪابہ اهڙي خوشيءَ جي ڳالهہ نہ هئي. تڏهن انيبال پنهنجي وات تي هٿ رکي سرپاٽ ۾ چيو ”جيڪڏهن انسان کو پادري نڪري اچي تہ؟“

ڪلي ڪلي منهنجي پيٽ ۾ سور پوڻ لڳو. ۽ نڙي خشڪ ٿيڻ لڳي. پر پوءِ جلدي اسان گنپير تي وياسين هڪ همراهہ جو اندر هئو، ٻاهر نڪتو، هو ننڍڙي سوئر جيان بندرو ۽ گول مٿول هئو. ڏاڍو آسودو سوئر ٿي لڳو. پنهنجي ڪنڌ سان ڪمري ڏانهن اشارو ڪندي، پنهنجون اکيون گهمايائين. چئن مان عياشي تي بليس، انتهائي ڏڪار جو ڳو هئو ۽ پوءِ جڏهن سندس وڪن جا آواز اڳتي هلي هوريان بند ٿي ويا تہ جوليہ پڇيو. ”هاڻ ڇا ارادو آ؟“ اسان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. هن وقت تائين مون محسوس نہ ڪيو هو يا پنهنجو پاڻ کي محسوس نہ ڪرايو هئم تہ ڪو اسان وٽس اڪيلا ويندا سين يا ڏار ڏار. يعني سندس آڌو ڏار ڏار مان ڏکي ويس ”آءٌ ڪنهن جي پرواهہ نہ ڪندس.“

اسان ٻنهين اڏ ڪليل در مان ڪاڪوس ۾ وهندڙ نل جو آواز ٻڌي رهيا هئاسين. ۽ پوءِ خاموشي ڇانئجي وئي. هاڻي روشنيءَ جا ڪرڻا اسان جن چهرن تي پئجي رهيا هئا. ۽ دروازو مڪمل ڪلي چڪو هئو. هوءَ اسان آڏو موجود هئي. اسان ڪيس گهوريو ۽ موهت تي پياسين. اڌ ڪليل چوغو.... اونهاري جي منجهند.... جڏهن هوءَ ڳچي هيٺ لڙڪائي آئي هئي.... ۽ ان وقت هن اسان کي ڪير ۽ بسڪوٽن جي صلاح ڪئي هئي. هينئر بہ هوءَ ڪافي سهڻي هئي. هن بازاري مرڪ سان اسان ڏي ڏٺو. اها مرڪ نهايت ئي واهيات مرڪ هئي.

”ٺيڪ؟“ سندس آواز، اميد جي برخلاف مون کي حيران ڪري ڇڏيو، اهو بلڪل نہ بدليو هئو، پوءِ بہ ڪجهہ ٿوري منجهس تبديلي هئي، سندس آواز ۾.

هوءَ بيهر مرڪي ۽ چيائين ”چڱو“ ۽ اهو چئي هڪ حڪم هئو. گرم ۽ سخت حڪم، شايد ان ڪري تہ اسان ٽئي هت چو بيٺا هئاسين.

سندس چوغو مون کي ياد آهي گهٽو ڪري ڪارو هوندو هو، جنهن مان آرپار ڏسي سگهبو هو.

”پهريــن آءٌ وينداس. جـوليم پڪيو ۽ انهيءَ ارادي سان اڳتي وڌيو.

اچــا هن ٻہ وکون مس کنيون.... ٻن ڪان وڌ نہ.... چاڪاڻ تہ هن عورت کيس چتائي ڏٺو. هو بيهي رهيو. الائي چو؟ ڊپ کان يا شايد شرم کان يا اندر جي چڪتاڻ کان. ۽ اهائي هر ڳالهہ جي پڄاڻي هئي.

چاڪاڻ تہ هوءَ اسان ڏانهن نهاري رهي هئي.... ۽ مون کي چاڻ هئي جنهن ويرم بہ هن اسان ڏانهن ڏٺو تہ ڪالهہ ڪا ڳالهہ ضرور ٿيندي.

اسان ٻنا چرپر جي بيهي پير جي نهن سان زمين کوٽڻ لڳاسين. ۽ هن هٻڪندي، اسان تي نظر وڌي. کهڙي خبر کهڙي قسم جي نظر هئي. سندس مهانڊي تي هڪ رنگ آيو ٿي تہ پيو ويو ٿي. تنان جو سندس تاثرات عجيب ۽ ڊپ پريل ٿي ويا. پهرين ڪجهہ کنن لاءِ آءٌ سخت مونجهاري ۾ پنجي ويس ۽ مون کي ويساهہ نہ ٿي آيو ۽ پوءِ هوءَ سمجهہ ۾ اچڻ لڳي، هن اسان ڏانهن ڏٺو، خوف ڀريا ۽ سوالي نظرن سان.... ۽ پوءِ هوءَ ڪجهہ ڪڇي.... ”هن سان تہ خير آهي.... ارنيستو تہ خوش آهي نہ ۽ اهو پڇندي هن پنهنجو چوغو بند ڪيو.“

[البيلام ڊوڪيستيلو جي اسپيني ڪهاڻيءَ تان ترجمو]



# اسان جا ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| النبي الامين والقران المبين | ۰ـــ۱۲ | قمرالدين سهتو |
| وچن جا وراڪا | ۰ـــ۱۲ | نثار بزمي |
| سمنڊ آپسمنڊ | ۰ـــ۲۰ | قاضي خادم |
| عيبن هاڻي | ۰ـــ۱۲ | تنوير جوڻيجو |
| نہ ڪر هار سينگار سکي | ۰ـــ۱۵ | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو |
| ڪهاڻين جو مجموعو | | |
| سوري جنين سيج | ۰ـــ۵۰ | ترجمو نورمحمد عباسي |
| اسلامي اخلاق | ۰ـــ۲۵ | حافظ خيرمحمد اوحدي |
| النبي الامين والقران المبين | ۰ـــ۳۰ | |
| گڏيل پهريون ۽ ٻيو جلد ـ | | |

ادارہ شهباز پبليڪيشنس

حيدرآباد سنڌ

پوسٽ باڪس ۱۳۰



سنڌ ۾ ٻه سنڌي رسالا
اخبارون پڙهڻ گهرجن - اداره

تنوير جوڻيجي ..... ڳُجهه اشراف، ٿوري ڳالهائُو، اکين ۾ حيا کڻي هلندڙ ۽ عزت ڪرڻ ۽ عزت ڪرائڻ واري ڇوڪري آهي ......

جڏهن پاڻ کان وڏن سان ملندي آهي تڏهين باقاعده سٿي تي ٿورڪي ويهندي آهي .... جڏهن هڪ جيڏين سان ملندي آهي ته ڳالهائيندي گهٽ آهي اکيون وڏيڪ ڇنڀيندي آهي ......

جيترو لکڻ ۾ فرينڪ آهي اوترو ڳالهائڻ ۾ رزيي آهي ...

تنوير جي وفاداري جي چارٽ کي ڪا به منٿ ميٽ، ڪا به ليڪچر بازي ۽ ڪا به سمجهاڻي تبديل ڪري نه ٿي سگهي -

تنوير جوڻيجو

قيمت:

عبدالقادر جوڻيجو
(ڪتاب شڪليون ثان لاٿل)

اداره شهباز پبليڪيشنس حيدرآباد سنڌ

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)